# اَخلاقيات

## ستين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:

تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو
ڇڪاسيل: صوبائي ڪميٽي براءِ جائزه ڪتب بيورو آف ڪريڪيولم ۽ توسيع تعليم ونگ سنڌ ڄام شورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
مراسلہ نمبر: ايس او (جي-آءِ) اينڊ ايل/ڪريڪيولم 2014 گورنمنٽ آف سنڌ ايجوڪيشن اينڊ لٽريسي ڊپارٽمنٽ تاريخ 4 جنوري 2016ع

**سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اَخلاقيات جو واحد درسي ڪتاب**

نگرانِ اعلىٰ: **آغا سهيل احمد** (چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ)

نگران: **عبدالباقي ادريس السندي**

مُصنّفات: ☆ **محترمہ روزينہ جماڻي** ☆ **محترمہ ياسمين جماڻي**

تحقيق ۽ ادارت: **پروفيسر ڊاڪٽر سيد محسن نقوي**

سنڌيڪار: **ابو واصف پٺو**

## صوبائي جائزه ڪميٽي

☆ محترم انجنيئراي ايل جگرو
☆ محترم افضل جيڪب
☆ محترم يونس مسيح
☆ محترمہ مس ڪسندرا فرنانڊس فيريا
☆ محترم گنيش مل

پروف ريڊنگ: ☆ **ثناءُاللّٰہ قاسمي**

ڪمپوزنگ ۽ لي آؤٽ ڊزائننگ: ☆ **نور محمد سميجو**

هي ڪتاب سنڌ آفسيٽ پرنٽرز اينڊ پبلشرز-ڪراچي ۾ ڇپيو

# فهرست

| عنوان | صفحو |
|---|---|

## باب پهريون: مذهبن جوتعارف

## باب ڀيو: زرتُشت مذهب

## باب ٽيون: پاڪستان ۾ مذهبي ڏڻ



## باب چوٿون: اخلاقي قدرَ



## باب پنجون: نيڪين ۾ اڳرائي ڪرڻ

## باب چهون: ايمانداري



## باب ستون: سچائي

## باب اٺون: آداب



## باب نائون: شخصيتون

# پيش لفظ

اخلاقيات جو هيءُ ڪتاب هڪ طرف شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ سندن خيالن، سوچن ۽ راءِ کي وسيع ڪرڻ لاءِ هڪ تربيت آهي ته ٻئي طرف ان سوچ، خيال ۽ سمجهه کي سماج ۾ ٻين ماڻهن سان گڏ رهڻ، هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ نظم و ضبط جو مظاهرو ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو. ان ٻٽي ذميداريءَ کي ڳوڙهيءَ طرح سان سمجهڻ لاءِ نه رڳو شاگرد ۽ شاگردياڻيون، پر پورو سماج جاڪوڙي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته هاڻي اسان هڪ اهڙي دنياوي ڳوٺن ۾ پرڏيهي شهريءَ جي حيثيت سان ڏٺا وڃون ٿا، جتي هر فرد جي سوچ ٻئي کان مختلف هئڻ جي باوجود ان تي اثرانداز ٿئي ٿي. جڻ ته اسان سيني کي سماج ۾ هڪ ذميدار شهريءَ جي حيثيت سان پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ تياري ڪرڻي پوندي، ته جيئن اسان عالمي ڀائيچارو جوڙي سگهون. انهيءَ مد ۾ امن ۽ آشتي، رواداري، خلوص ۽ ٻين جي سار سنڀال جون صفتون ۽ ريتون، جن جي تلقين هر مذهب ڪري ٿو، انهيءَ تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ جي بيحد ضرورت آهي.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون اخلاقيات جي هن ڪتاب ذريعي مختلف مذهبن جي اهم پيغامن، انهن جي عقيدن، رسمن ۽ اخلاقي ريتن سان گڏ مثالي آکاڻين ۽ مثالن ذريعي روزمره جي زندگيءَ کي بهتر بنائڻ ۽ سماجي مسئلن کي خوشيءَ سان حل ڪرڻ بابت ڄاڻندا. هن ڪتاب ۾ ڏنل لائحہ عمل (framework) جي مدد سان شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي شخصيت کي مختلف سياق (context) ۾ سمجهڻ لاءِ تيار ڪندا، جيڪي کين تنگ نظريءَ کان پري، وسيع النظر ٿيڻ ۾ مدد ڪندا. اميد آهي ته هيءُ ڪتاب شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ذاتي مطالعي ۾ روشن خيالي پيدا ڪندو. ان سان گڏوگڏ استادن ۽ والدين جي مدد سان شاگرد ۽ شاگردياڻيون وڏي پيماني تي پنهنجو

اخلاقي ۽ سماجي ڪردار سمجهڻ جي قابل بڻجندا.

هيءَ ڳالهه سمجهڻ انتهائي ضروري آهي تہ اسان سڀ هڪ خوشحال ۽ امن پسند ملڪ پاڪستان جا شهري آهيون. اسان پنهنجي پنهنجي مذهبي عقيدن تي مڪمل آزاديءَ سان عمل ڪندي، مذهبي، قومي، اخلاقي ۽ سماجي سياق (context) ۾ مخلص ۽ اثرائتو تاثّر پيش ڪريون، جو ايندڙ نسلن تائين انساني وحدت جي ڪڙين کي مضبوطي سان جوڙي سگهون.

شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ انتهائي ضروري آهي تہ هو هن ڪتاب ۾ موجود خيالن ۽ حقيقتن کي نہ رڳو غور سان پڙهن، پر ان سان گڏوگڏ پنهنجي راءِ جو اظهار سرگرمي ۽ هدايتن ۾ ڏنل سوالن جوابن جي روشنيءَ ۾ ڪن. ان ڪان سواءِ انهن موضوعن کي سبق سان گڏ سماج ۾ عملي مظاهري جي صورت ۾ بڻائين.

اخلاقيات جي هن ڪتاب جا اهم مقصد هينئين ريت آهن:

- پنهنجي مذهب جي عقيدن، رسمن ۽ اخلاقي پهلوئن جي سمجهہ کي ڪشادو ڪرڻ ۽ ان سان گڏ ٻين برادرين جي عقيدن ۽ رسمن جو احترام ڪرڻ.
- هڪ ٻئي لاءِ رواداري، برداشت ۽ احترام جي عملي طور تي تابعداري ڪرڻ.
- پنهنجو پاڻ کي سنو ۽ بهتر انسان بڻائڻ ۽ سماج ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ بابت غور ويچار کي جاري رکڻ.

اميد آهي تہ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن ڪتاب کي پڙهڻ وقت مٿين ڳالهين ۽ مقصدن کي غور سان پڙهندا ۽ ان سان گڏوگڏ وقتًا فوقتًا انهن خيالن ۽ مقصدن جو جائزو وٺندا رهندا تہ جيئن هو پنهنجو پاڻ کي سنو انسان بڻائڻ ۽ سماج ۾ پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪامياب رهن.

مُصنّفات

باب پهريون

# مذهبن جو تَعارُف

## 1- مذهب جو تَصوّر

انساني تهذيب اسان کي ٻڌائي ٿي ته شروعاتي وقت کان ئي ماڻهن جو اهو عقيدو رهيو آهي ته هن دنيا ۾ ڪا مٿانهين هستي ضرور موجود آهي، جيڪا انهن جي حفاظت ڪري رهي آهي. اها هستي انساني سوچ ۽ هن دنيا جي سموري مخلوق کان مٿانهين آهي ۽ هن دنيا جو نظام هلائي رهي آهي، جيڪا سدائين زنده آهي ۽ مٿانئس ڪڏهن به موت نه ايندو. انهيءَ احساس انسان کي هن ڳالهه تي آماده ڪيو ته هو زمان ۽ مڪان کان مٿانهين انساني زندگي ۽ موت تي قدرت رکندڙ ان عظيم ذات مالڪِ حقيقي سان پنهنجو ناتو جوڙي سندس راضپو حاصل ڪن، جنهن جي مرضيءَ کان بنا هن ڪائنات ۾ ڪجهه به ٿيڻ ممڪن ناهي.

دنيا ۾ ڪجهه مذهب اهڙا به آهن، جن جو بنياد رڳو اخلاقيات تي آهي ۽ اهي پنهنجي اڳواڻن جي تعليمات جي پيروي ڪندا آهن. انهن مذهبن ۾ ڪنهن به اعلىٰ ۽ برتر هستيءَ جي وجود جو عقيدو موجود ناهي، پر اهي رڳو ”نجات“ حاصل ڪرڻ جو عقيدو رکندا آهن.

مالڪِ حقيقيءَ معبود ۽ عبد جي هن ناتي جي نتيجي ۾ انساني روح، جسم ۽ عقل کي سڌارڻ ۽ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ پنهنجي هدايت جو سلسلو شروع ڪيو ۽ هن دنيا ۾ پنهنجا سچا رهنما موڪليائين، جن مالڪِ حقيقي جي هدايت وارو پيغام ماڻهن تائين پهچايو ۽ انهن جي ذهني، روحاني، اخلاقي، جسماني ۽ عقلي طاقتن کي وڌائڻ ۾ انهن جي رهنمائي فرمائي ۽ انسانن کي اهو ڪجهه سيکاريو، جيڪي هو نه ڄاڻندا هئا.

# 2- مذهب جو تعارف

لفظ ”مَذۡهَبۡ“ عربي ٻوليءَ جي لفظ ”ذَهَبۡ“ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”هلڻ“. مقصد ته مذهب جي لغوي معنيٰ ”هلڻ جي واٽ“ يا way of life يعني زندگي گذارڻ جو اصول يا طريقو آهي. مذهب جا ٽي بنيادي عنصر آهن: عقيدو، رسمون ۽ اخلاق، جيڪي سڀني مذهبن ۾ مُشترڪ آهن. هر مذهب پنهنجي پوئلڳن کي انهن ٽنهي بنيادي عنصرن جي ڪري جڙيل رکندو آهي.

**عقيدو:** لفظ عقيدو ”عَقُد“ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ ڪنهن شيءِ کي ٻَڌڻ آهي. انهيءَ ڪري عقيدي مان مراد دين جا اُهي اهم اصول آهن، جن تي مذهب جي عمارت اڏيل آهي. جيئن اڪثر مذهبن وٽ وحدانيت تي ايمان، هدايت تي ايمان، مالڪِ حقيقيءَ جي موجود هئڻ تي ايمان ۽ يقين، زندگيءَ کان پوءِ مرڻ ۽ ٻيهر زنده ٿيڻ تي ايمان رکڻ ضروري آهي. عقيدو ڪنهن به مذهب ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو.

**رسم:** لفظ ”رسم“ جي معنيٰ آهي نشان، آئين، قانون ۽ عادت. هي مذهب جو ٻيو اهم عنصر آهي. دل ۾ يقين سان گڏوگڏ انهن عقيدن تي عمل ڪرڻ تمام ضروري آهي، جيڪي انساني روح ۽ جسم لاءِ سڪون جو سبب بڻجن ٿا. جيئن: مالڪِ حقيقيءَ جي هدايت تي ايمان آڻڻ کان پوءِ سندس ذڪر ڪرڻ، سندس عبادت ۽ واکاڻ ڪرڻ رسمن جو حصو آهن. انهن عملن جي ذريعي اسين مالڪِ حقيقيءَ جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿينداسين.

**اخلاق:** مذهب جو ٽيون عنصر ”اخلاق“ آهي، جيڪو ”خُلق“ جو جمع آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ سٺو ورتاءُ ۽ وڻندڙ عادتون آهي. هر مذهب پنهنجن مڃيندڙن کي سٺا اخلاق اختيار ڪرڻ جو تاڪيد ڪري ٿو. انهن سٺن اخلاقن جي ڪري معاشري ۾ امن ۽ سڪون، پيار، محبت، رحمدلي ۽ همدرديءَ جهڙيون خوبيون پيدا ٿين ٿيون.

مطلب ته مذهب جي ڪري ئي انسان اصل مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي ته سڀني مذهبن مطابق اسين سڀ مالڪِ حقيقيءَ جي طرفان آيا آهيون ۽ اسان سڀني کي ان ڏانهن ئي موٽڻو آهي.

## سبق جو خلاصو

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- مذهب مالڪِ حقيقي ۽ ٻانهي جي وچ ۾ هڪ واسطو آهي، جيڪو اسان کي زندگي گذارڻ جو طريقو ۽ ڍنگ سيکاري ٿو.
- مذهب تي عمل ڪري اسين دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻي سگهنداسين.
- اسان جي زندگيءَ جو اصل مقصد مالڪِ حقيقيءَ جو راضپو حاصل ڪرڻ آهي.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) انساني زندگيءَ ۾ مذهب ڇو ضروري آهي؟
(2) مذهب جا بنيادي عنصر ڪهڙا آهن؟
(3) اسان جي زندگيءَ جو اهم مقصد ڪهڙو آهي؟
(4) مذهب اسان کي سٺا عمل ڪرڻ جي نصيحت ڇاڪاڻ ڪري ٿو؟

2- هيٺئين سوال جو مختصر جواب لکو:

مذهب ڪهڙيءَ طرح اسان جي ذهني، جسماني، عقلي، روحاني ۽ اخلاقي طاقتن کي هٿي وٺائڻ ۾ مدد ڪري ٿو؟

3- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

ڪلاس ۾ هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- مذهب اصل ۾ معبود ۽ عبد جي وچ ۾ ناتي جو نالو آهي.
- مالڪِ حقيقيءَ جي ذات زمان ۽ مڪان کان مٿانهين آهي، پر هو اسان جي ساهه واري رڳ کان به وڌيڪ ويجهي آهي.

-4 هن سبق مان پنهنجا وٽندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثر ٿيا هجو:

(1) ____________________

(2) ____________________

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي مذهب جي اهميت ۽ ضرورت تي مختلف مقالا گڏ ڪري، ڪلاس ۾ موجود نوٽس بورڊ تي ٽنگين ۽ ان بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪن.

| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
| تَعارُف | سڃاڻپ، واقفيت | | |
| مُشترڪ | شريڪ ڪيل، گڏيل | ڍنگُ | طريقو، نمونو |
| تَهذيب | سڌارو، پاڪيزگي | عبد | ٻندو، ٻانهو |
| آماده | رضامندي | مَعبود | جنهن جي بندگي ڪجي |
| زَمان | وقت، عرصو | قادِر | طاقت وارو، زورآور |
| مَڪان | جاءِ، هنڌ، علائقو | رهنما | رهبر، رهنمائي ڪندڙ |
| ناتو | واسطو، رشتو | عنصر | اصل، بنيادي |

# 3- انساني ترقيءَ ۾ مذهبن جو ڪردار

## 1- تعارُف:

مذهب سدائين انساني زندگيءَ تي واضح اثر ڇڏيا آهن ۽ ان ڳالهه کي يقيني بڻايو آهي ته ان جا پوئلڳ ڪين ڏنل هدايتن جي نتيجي ۾ هڪ بهتر معاشرو قائم ڪندي انهن سمورين سرگرمين جو حصو بڻجن، جن جو تعلق انساني زندگيءَ جي ڪنهن به پهلوءَ سان هجي. مطلب ته مذهبي هدايتن ۽ سوچ ماڻهن ۾ نواڻ آندي آهي، جنهن اُسريل سماج جو بنياد رکيو آهي.

تاريخ شاهد آهي ته انسان مختلف وقتن ۾ رهڻي ڪهڻي، ڪاڌ خوراڪ ۽ زندگي جي ٻين شعبن مثلاً ٻولي ۽ ادب، فنونِ لطيفه، اڏاوت جي فن ۽ اخلاقيات وغيره ۾ گهڻي ترقي ڪئي آهي ۽ انهن کي بيحد وُسعت ڏني آهي. هيٺ انهن موضوعن بابت مختصر طور ڄاڻ ڏني پئي وڃي.

ستين ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اخلاقيات جي پيرڊ ۾ هڪ اهم پروجيڪٽ ورڪ کان واقف ڪرايو ويو، جنهن ۾ ڪين چارٽن ۽ پوسٽرن جي مدد سان انساني زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ مذهبن جي ڪردار بابت سوچ ويچار ۽ اڳيرائيءَ کي معلومات جي صورت ۾ گڏ ڪرڻ جو چيو ويو. استادياڻي صاحبه عالمي مذهبن بابت وڊيوز ڏيکارڻ کان پوءِ ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي پنجن گروپن ۾ ورهائيندي، ڪين فنون لطيفه، صوفياڻي شاعري (ادب) ۽ اڏاوت جي فن بابت مذهب جي ڪردار ۽ اثرن تي ابتدائي معلومات ڏني ۽ انهيءَ تي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ لاءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي لائبريري ۽ ڪمپيوٽر ليب ڏانهن وٺي وڃڻ جو انتظام پڻ ڪيو.

انهن پنجن گروپن جا نالا پنجن عالمي مذهبن جي نالن تي رکيا ويا هئا، جن ۾ هندو مذهب، سِکُ مذهب، ٻڌ مذهب، مسيحيت ۽ مذهب اسلام شامل هئا. سيني گروپن کي پنهنجي پنهنجي عنوان يعني ان مذهب ۾ موجود فنونِ لطيفہ، صوفياڻي شاعري (ادب) ۽ اڏاوت جي فن بابت مذهب جي ڪردار ۽ اثرن کي بيان ڪرڻو هو. سيني گروپن کي آزادي هئي تہ اهي ڄاڻ کي پوسٽرن تي لکڻ سان گڏوگڏ وڊيوز (videos)، رول پلي (Role play) ۽ تصويرن جي مدد سان پيش ڪري سگهن ٿا.

## 2- فنونِ لطيفہ:

استادياڻي صاحبہ فنونِ لطيفہ جو تعارف هن طرح ڪرايو تہ ”فنونِ لطيفہ انسان جي پيدائشي صلاحيتن جي اظهار جو ذريعو آهي، جيڪو انسان جي ذهني، جذباتي ۽ روحاني سوچن کي ظاهر ڪري ٿو. فنونِ لطيفہ ۾ مصوري، شاعري، موسيقي ۽ مجسمي سازي، ادب، خطاطي، چٽسالي، لوڪ ناچ ۽ هٿ جا هنر وغيره شامل آهن“.

ان تعارف کان پوءِ استادياڻي صاحبہ شاگردن ۽ شاگردياڻين جي هر گروپ کي ڏنل عنوان تي پنهنجا ويچار ونڊڻ لاءِ گهرايو. هر گروپ مان هڪ شاگرد اڳتي وڌي، پنهنجي مذهب ۾ فنونِ لطيفہ بابت هيٺيان ويچار ونڊيا. پهرئين گروپ هندومت ۾ فنونِ لطيفہ بابت پنهنجي تحقيق جو خلاصو هن طرح پيش ڪيو:

### 1- هندو مذهب:

دنيا جي تمام پراڻن مذهبن مان هندو مذهب بہ شامل آهي. هندو مذهب ۾ موسيقيءَ جي فن سان گڏوگڏ ”نِرت“ يعني ناچ جي اجازت پڻ آهي. ان کان سواءِ مجسمي سازي بہ ان مذهب جي خاص حصي طور ظاهر ٿئي ٿي. هندن جي عبادتگاهہ مندر آهي، هندن جي مندرن ۾ مجسمن ۽ تصويرن کان سواءِ ٿنڀن ۽ ڀتين تي چٽسالي ۽ فنونِ لطيفہ جا بهترين نمونا آهن، جن سان انهن جي مذهبي عقيدن جي عڪاسي ٿيندي آهي. هندو مذهب موسيقيءَ جي اعتبار کان گهڻو مشهور آهي، جيڪو هن مذهب جو بنيادي حصو آهي.

هندومت کان پوءِ ٻئي گروپ ٻُڌ مذهب ۾ فنونِ لطيفہ بابت پنهنجي راءِ هن طرح ڏني:

## 2- ٻُڌ مذهب:

ٻُڌ مذهب ۾ بہ فنونِ لطيفہ کي گهڻي مشهوري مليل آهي. ٻڌ مذهب جي باني مهاتما گوتم ٻڌ جي زندگيءَ جي مختلف دؤرن کي مجسمن ۽ مصوريءَ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ٻڌ مذهب جي عبادتگاهن ۾ اسٽوپا، پگوڊا ۽ خانقاهون شامل آهن، جن جي اڏاوت ۾ گهڻي خوبصورتي ۽ ڪاريگري نظر اچي ٿي، جيڪا فنونِ لطيفہ جو هڪ خوبصورت ۽ بهترين اظهار آهي. ٻڌ مذهب جي پرچار ۽ تبليغ جي دوران ماڻهن ڪانيءَ، ڌاتو، پٿر ۽ چوني کي استعمال ڪندي پنهنجي مذهب جي تبليغ ۽ اِشاعت جو ڪم ڪيو. موريہ خاندان جي بادشاهہ اشوڪا جي دؤر ۾ ٻُڌ آرٽ کي گهڻي ترقي ملي، ڇاڪاڻ تہ اشوڪا ٻڌ مذهب کي ان دؤر ۾ سرڪاري مذهب جو درجو ڏنو هو.

ٻڌ مذهب جي نشانين مان هڪ نشاني ڦيٿو آهي، جيڪو اٺن حصن ۾ ورهايل آهي، جيڪو ٻڌ مذهب ۾ اٺن درجن جي نمائندگي ڪري ٿو، جنهن موجب ٻڌ مذهب جا پوئلڳ پنهنجي زندگيءَ ۾ صحيح خيالن ۽ صحيح ارادن رکڻ، سچ ڳالهائڻ، صحيح عمل ڪرڻ، صحيح روزي ڪمائڻ، جاکوڙ سان ڪم ڪرڻ، پنهنجن ذهنن ۾ صحيح سمجهہ ۽ يڪسوئي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ٽئين گروپ مسيحيت ۾ فنونِ لطيفہ بابت پنهنجا ويچار هن طرح ونديا:

## 3- مسيحيت:

مسيحيت جو ڳاڻاٽو دنيا جي پراڻن مذهبن ۾ ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري فنونِ لطيفہ تي مسيحيت وڏا اثرَ ڇڏيا آهن. مسيحيت ۾ مصوريءَ جي فن جي حوالي سان تمام گهڻو ڪم ٿيو آهي. انهن جون مذهبي عبادتگاهون ”گرجاگهرن “ (Churches) جي نالي سان سجاتيون وڃن ٿيون، جيڪي دل کي موهيندڙ ۽ خوبصورت اڏاوت جو نمونو آهن. گرجاگهرن جا منظر ڏسڻ جي لائق آهن ۽ انهن جي ڇتسالي اکين کي وڻندڙ ٿئي ٿي.

مسيحيت ۾ موسيقيءَ جي فن کي ترقي ملي ۽ گرجاگھرن ۾ موسيقيءَ جي سازن جي استعمال جي ڪري ڪيترائي ساز ناھيا ويا. مسيحي فنڪارن پنھنجي مذھب کان متاثر ٿي پنھنجي مذھبي عقيدن جو ڀرپور اظھار ڪيو آھي.

ھاڻي چوٿين گروپ فنونِ لطيفہ جي حوالي سان اسلام جي اثرن کي ھنن لفظن ۾ پيش ڪيو:

## 4- اسلام:

اسلام ۾ مسلمانن پنھنجن جذبن ۽ احساسن جي پوراءَ ۽ اظھار لاءِ جيڪي فن اختيار ڪيا، انھن ۾ خطاطي، جِلد سازي، گُلڪاري ۽ چٽساليءَ کان سواءِ مذھبي اڏاوتن جي تعمير ۾ اسلامي اڏاوت (Islamic Architecture) جي فن کي اختيار ڪيو.

اھا ڳالھہ غور جوڳي آھي تہ جتي جتي اسلام پکڙيو، اسلام اتان جي رسم، رواج ۽ ثقافت کي پنھنجي اندر ملائي ڇڏيو ۽ اھڙيءَ طرح فنونِ لطيفہ ۾ وسعت آئي. اسلام فنونِ لطيفہ جي اعتبار کان بہ مختلف روين کي اپاريندي نظر اچي ٿو. مسلمان پنھنجي مذھبي ڪتابن کي نقل ڪرڻ وقت خطاطيءَ کي استعمال ڪندا ھئا. اڄ بہ ڪيترن ئي ڪتبخانن ۾ اھي قلمي ڪتاب موجود آھن.

مسلمانن عمارتن جي اڏاوت جي وقت سونھن ۽ سينگار ۽ انھن تي گُلڪاري ۽ منظرنگاريءَ جا سھڻا نمونا پيش ڪيا. عمارتن جوڙڻ وقت ڪشادگي، چٽسالي ۽ روشنيءَ وغيره جو خاص خيال رکيو ويندو آھي. مسلمانن عبادتگاھن ۾ گلڪاري سان گڏ جيوميٽريءَ جا نمونا بہ متعارف ڪرايا. ان سلسلي ۾ ھندوستان جي مسلمان حاڪمن جون ڪجھہ خدمتون ھن ريت آھن:

**مغلن جي دؤر جا فن ۽ ھٿ جا ھنر:** مغلن جي درٻارن ۾ فنڪارن ۽ ھٿ جي پورھيتن کي پوري ھندستان ۽ ويجھن ملڪن مان گھرايو ويندو ھو ۽ کين درٻار ۾ انھن ڪمن تي رکيو ويندو ھو، جن ۾ مُصوّرن، خطاطن، جلد سازن، جوھرين، سونارن، ھٿيار ناھيندڙن، پٿر ٽُڪيندڙن ۽ ريشم اُڻندڙن پنھنجي پنھنجي فن ۾ انتھائي حيرت واريون تحقيقون ڪيون. مغل بادشاھہ اڪبر ٽڪسال ۽ سِڪّي ناھڻ ۾ سڌارا ڪيا.

**بادشاهي مسجد:** لاهور جي اتر ۾ شاهي قلعي جي اولهه ۾ هڪ عظيم الشان بادشاهي مسجد واقع آهي جيڪا پنهنجي پکيڙ جي لحاظ سان شاهه فيصل مسجد، اسلام آباد کان پوءِ پاڪستان جي سڀ کان وڏي مسجد آهي. هن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک ماڻهو نماز پڙهي سگهن ٿا. اورنگزيب عالمگير جي حڪم تي قدوائي خان جي اهتمام هيٺ 1674ع ۾ مڪمل ٿي. هن مسجد جو اڱڻ 528 فٽ 8 انچ ويڪرو ۽ 538 فٽ 4 انچ ڊگهو آهي. چئني ڪنڊن تي چار بلند مينار آهن، جن مان هر مينار جي بلندي 176 فٽ آهي. مينارن جي خاص هنرمنداڻي خوبي اها آهي تہ انهن تي چڙهي جڏهن جهانگير جي مقبري کي ڏسبو تہ ان جا رڳو ٽي مينار نظر ايندا آهن.

**شالامار باغ:** هيءُ باغ لاهور جو هڪ تاريخي باغ آهي. هن جو بنياد 1634ع ۾ شاهجهان جي حڪم سان رکيو ويو هو. خليل خان جي نگرانيءَ ۾ ڏيڍ سال ۾ مڪمل ٿيو، پر شاهجهان هن باغ ۾ پهريون پيرو 21 نومبر 1642ع ۾ داخل ٿيو ۽ ان کي ڏسي ايترو تہ پسند ڪيائين، جو پوءِ جڏهن بہ لاهور ايندو هو تہ ان باغ ۾ ترسندو هو. بادشاهي حرم جي لاءِ باغ اندر ايتريون عمارتون ٺهي چڪيون هيون جو خيما کوڙڻ جي ضرورت نہ رهي هئي. باغ جا ٽي حصا رکيا ويا هئا. پهرين جو نالو "فرح بخش" هو، جنهن جي آخري حد تي سنگ مرمر جي خوبصورت بلند چاري لڳل هئي ۽ وچ ۾ هڪ خوبصورت ٻارنهن دري هئي، جيڪا خالص سنگ مرمر جي ٺهيل هئي.

**شاهه فيصل مسجد:** اسلام آباد جي هيءَ نئين مسجد دنيا جي عظيم ترين مسجدن ۾ ڳڻي ويندي آهي. هن مسجد جي ڊزائين ناهڻ جي لاءِ پنج رڪني بورڊ جوڙيو ويو هو. بورڊ نومبر 1969ع ۾ ترڪيءَ جي ماهر تعميرات وحدت دلو جي ناهيل ڊزائن منظور ڪئي. مسجد جي لاءِ مارگلہ جبل جي پير ۾ ويهہ لک چورس فٽن جو حصو مخصوص ڪيو ويو. هن مسجد جا چار بلند مينار پري پري کان ئي نظر ايندا آهن. انهن مان هر هڪ جي بلندي 300 فٽ آهي. مرڪزي عبادتگاهه جي مٿان هڪ 150 فٽ قطر جو عاليشان گنبذ آهي، جيڪو چوڪور هال مٿان 140x214فٽ جي رقبي تي پکڙيل آهي. هن جي مرڪزي هال ۾ ويهہ هزار ۽ اڱڻ ۾ هڪ لک ماڻهو نماز ادا ڪري سگهن ٿا. عورتن جي لاءِ گئلريءَ جو الڳ انتظام آهي. مسجد جي اڱڻ ۾ هڪ آڊيٽوريم، پرڏيهي اسلامي يونيورسٽي، وڏي لائبريري ۽ هڪ عجائب خانو پڻ آهي.

نہ رڳو اهو، پر سنڌ جي شهر ٺٽي ۾ شاهہ جهان مسجد پڻ اسلامي فنِ تعمير جو انمول نمونو آهي. ميرن ۽ ڪلهوڙن جون تعمير ڪرايل مسجدون ۽ ميمبر توڙي سنڌ جي صوفين جا مقبرا مثال طور سيوهڻ شريف ۾ حضرت لعل شهباز قلندر، ڀٽ شاهہ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، هالا ۾ حضرت مخدوم نوح ۽ درازا ۾ حضرت سچل سرمست جا مقبرا اسلامي فن تعمير جا اعليٰ نمونا آهن، جتي سرن ۽ چوني سان مضبوط اڏاوت، ڪاشيگري ۽ ڪانيءَ جو شاندار ڪم ڪيو ويو آهي. انهن عمارتن کان سواءِ پاڪستان جي ناليواري خطاط ۽ مُصور سيد صادقين احمد نقوي جو فن ”صادقين آرٽميورل“ (ڀِت جي مصوّري) جي نالي سان مشهور آهي. هن فن جا شاهڪار ڪراچي ايئرپورٽ، سينٽرل ايڪسائزلينڊ، ڪسٽمز ڪلب، سروسز ڪلب ۽ منگلا ڊيم جون ڀِتيون آهن. ان کان سواءِ اسٽيٽ بينڪ آف پاڪستان ڪراچيءَ جي لائبريري جي ڀِتين کي وقت جو خزانو بہ چئبو آهي، انهن تي سقراط کان وٺي آئن اسٽائن تائين جي علمي ترقيءَ جو مصوري جي ذريعي بيمثال نمونو پيش ڪيو ويو آهي.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين جي پنجين گروپ فنونِ لطيفه سان لاڳاپيل سِک مذهب جا خيالَ هن طرح پيش ڪيا:**

## 5- سِک مذهب:

جيتوڻيڪ سک مذهب ترقيءَ جي لحاظ کان هڪ نئون مذهب آهي، پر هن مذهب بہ فنونِ لطيفہ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هن مذهب جو تعلق جيئن تہ پنجاب سان آهي، انهيءَ ڪري پنجاب جي ثقافت جا اثر هن مذهب تي چٽا آهن. سِکن وٽ بُت پرستي ناهي ڪئي ويندي، انهيءَ ڪري انهن جي عبادتگاهن يعني گوردوارن ۾ گهٽي پاڳي مُصوّري ۽ فوٽوگرافيءَ جو فن ملي ٿو، جنهن ۾ بابا گرونانڪ ديوجي ۽ ٻين گروئن جي باري ۾ معلومات ملي ٿي. ان کان سواءِ جنگي منظرن جي مصوريءَ جا نمونا خاص طور تي سِک مذهب ۾ ملن ٿا.

انهن سيني نُڪتن کي ٻڌڻ کان پوءِ استادياڻي صاحبہ سيني گروپن جي شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ تاڙيون وڄائيندي ڪين همٿايو ۽ انهن کي شاباس ڏني ۽ اعلان ڪيو تہ ايندڙ هفتي شاگردَن ۽ شاگردياڻين جي گروپ جو نمائندو عالمي مذهبن ۾ صوفياڻي شاعري (ادب) بابت مقالو تيار ڪري، ڪٺي اچي.

## 3- صوفياڻي شاعري (ادب)

ان کان اڳ جو هر گروپ جو نمائندو پنهنجي پنهنجي عنوان بابت وضاحت ڪري، استادياڻي صاحبہ صوفياڻي شاعريءَ جو تعارف هن طرح ڪيو:

انسان پنهنجي جذبن جو اظهار مختلف نمونن سان ڪندو آهي جن مان موسيقي يا شاعري بہ آهي. موسيقي يا شاعري مان هر هڪ جو نرالو انداز آهي. شاعريءَ جي ذريعي محسوس ٿيندڙ احساسن کي لفظن ۾ خوبصورتيءَ سان پيش ڪيو وڃي ٿو، جيڪي ٻڌندڙ جي دل، دماغ ۽ روح تائين پهچن ٿا.

شاعريءَ جي گھڻن ئي قسمن مان هڪ قسم صوفياڻي شاعري بہ آهي، جنهن ۾ انسان روحاني احساس ۽ رشتي جي ذريعي مالڪِ حقيقيءَ سان تعلق پيدا ڪندي، پنهنجو پاڻ کي ان جي حوالي ڪري ٿو. عام طور تي صوفياڻي شاعري پوئلڳن کي پنهنجي مذهب ۽ مالڪِ حقيقيءَ سان ويجهڙائپ حاصل ڪرڻ جو بهترين ذريعو آهي. جيئن تہ مالڪِ حقيقي ۽ ٻانهن جي وچ ۾ روحاني ميلاپ ۽ لطيف احساس کي عام زبان ۾ بيان ڪرڻ انتهائي مشڪل آهي، انهيءَ ڪري صوفياڻي شاعريءَ جي مدد سان ان کي پيش ڪبو آهي. قوالي بہ صوفياڻي شاعريءَ جو هڪ انداز آهي.

ان تعارف کان پوءِ استادياڻي صاحبہ سيني گروهن کي ڏنل مذهبن ۾ صوفياڻي شاعريءَ بابت پنهنجن نُڪتن پيش ڪرڻ جي دعوت ڏني. ڪين پوسٽرن ۽ ڪارڊن کان سواءِ صوفياڻي ڪلام پڙهڻ جي بہ هدايت ڪئي.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي پهرئين گروپ هندومت ۾ صوفياڻي شاعري (ادب) جو تحقيقي مقالو هنن لفظن ۾ پيش ڪيو:

### 1- هندو مذهب:

موسيقي هندن جي مذهب جو اهم حصو آهي، انهيءَ ڪري صوفياڻي شاعريءَ تي تمام گھڻو ڪم ٿيو آهي. هندن جي مذهبي ڪتابن رامائڻ، مهاڀارت ۽ ڀڳود گيتا ۾ شعرن جي صورت ۾ پرماتما يعني مالڪِ حقيقيءَ جو پيغام ڏنو ويو آهي. انهن ڪتابن ۾ ديوتائن جي زندگي، سندن فرمان ۽ مذهبي عقيدا شعرن جي صورت ۾ هر پڙهندڙ جي دل تي اثر ڪن ٿا. اهي شعرَ سيني

عبادتگاهن يعني مندرن ۽ پوئلڳن جي گهرن ۾ به پڙهيا ويندا آهن. هندو مذهب جي اهم شاعرن: ڪالي داس، ڀڳت ڪبير ۽ ڀاشا جي مشهور شاعر سوامي تلشيداس وغيره هندو مذهب جي اصلاحي پاسن کي شاعريءَ ۾ بيان ڪيو ته جيئن عام ماڻهن تائين اهو پيغام پهچي ۽ ماڻهو مالڪِ حقيقيءَ جي حقيقت کي سڃاڻن. هيٺ شريمد ڀڳود گيتا مان ڪجهه نمونو طور ڏجن ٿا:

ترجمو: ”جيڪي پنهنجن سمورن ڪمن کي منهنجي حوالي ڪندي پوڄا (عبادت ۽ ڀڳتي) ڪن ٿا ۽ پنهنجن خيالن کي مون تي قائم رکن ٿا. اي ادا! آءٌ اهڙن سيني ماڻهن کي ڇوٽڪارو ڏيڻ وارو آهيان“.

شريمد وسوامي تلسيداس ورچت ”رام چريت مانس “۾ آيو آهي:

ترجمو: ”منهنجون صفتون پاڻ ۾ پيدا ڪر ۽ منهنجي نالي جو ذڪر ڪر، جيڪو هن دنيا جي نفساني خواهشن کان مٿانهون آهي. ان جو سُک اهي ئي ڄاڻن ٿا، جيڪي ان حقيقت کي حاصل ڪن ٿا“.

**شاگردن ۽ شاگرديائڻين جي ٻئي گروپ پنهنجا تاثرات هن طرح بيان ڪيا:**

## 2- ٻُڌ مذهب:

ٻڌ مذهب ۾ تصوّف جو ذڪر عام آهي، جيڪو صوفياڻي شاعريءَ سان لاڳاپيل آهي. ٻڌ مذهب جا پيروڪار مهاتما ٻڌ جي نقش قدم تي هلندي، ڪجهه وقت لاءِ گوشه نشيني اختيار ڪندا آهن، ته جيئن ان عرصي ۾ هو يڪسو ٿي، ان حقيقت کي ڄاڻين ته سندن زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي. سٺن ڪمن، نيڪ وات، نيڪ خيال، سٺين عادتن ۽ پنهنجي ذات سان ٻين کي تڪليف نه ڏيڻ جو مطلب ڇا آهي ۽ اهو ڄاڻي سگهن ته مهاتما ٻڌ پنهنجي زندگيءَ ڪيئن گذاري.

انهن وٽ پنهنجو پاڻ کي دنيا کان الڳ ٿلڳ ڪري، حق جي وات تلاش ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪرڻ جو سبق پڻ ملي ٿو. انهيءَ سوچن جو ذڪر ٻڌ مذهب جي مڃيندڙ هڪ شاعر ازوموشڪ بو (974- 1034ع) ۾ هن ريت بيان ڪري ٿو:

ترجمو: ”جيئن هڪ ڪمري جو دروازو اندران بند هجي، ته جيئن هوا، مٽي ۽ دز اندر نه داخل ٿئي، اهڙيءَ طرح پنهنجي دل کي ان حقيقت سان ٻڌي ڇڏ ته ان ۾ دنيا جو خيال، ان جي محبت، ڪاوڙ، لالچ وغيره داخل نه ٿي سگهي“.

هو وڏيڪ چوي ٿو:

”جهڙيءَ طرح رات ۾ چنڊ جي روشنيءَ سان اونداهي ختم ٿيندي آهي، اهڙيءَ طرح مهاتما ٻڌ (جيڪو چنڊ وانگر آهي) اسان جي زندگيءَ مان ان اونداهيءَ ۽ برائيءَ کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي“.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ٽئين گروپ مسيحيت ۾ صوفياڻي شاعريءَ جي تحقيق هن ريت بيان ڪئي:

### 3- مسيحيت:

مسيحيت جي شروعات ۾ ئي مسيحي مذهب جي عقيدن کي شعرن جي صورت ۾ ماڻهن تائين پهچائڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو هو. ان حوالي سان گهڻا شاعرَ، جن ۾ دانتي (Dante)، وليم بليڪ (William Blake)، بوئٿيس (Boethius) ۽ ورڊز ورٿ (Words Worth) مشهور آهن. انهن شاعرن ماڻهن کي انسانيت، اخلاقيات ۽ مذهبي عقيدن جي باري ۾ آگاهه ڪيو. خاص طور تي بوئٿيس بائيبل مقدس جي تعليمات کي پنهنجي شاعريءَ جو مرڪز بڻايو ۽ ماڻهن جي رهنمائي ڪئي.

هن گروپ صوفياڻو ڪلام هن طرح پيش ڪيو:

پيارا ٻارؤ! مسيح مهربان آ،
ٻالڪن جو سَدا نگهبان آ.

پنهنجا ڏُک ڪيس ڪولي ٻُڌايو،
سيني ڏُکين تي هو مهربان آ.

ننڍن ٻارن کي سِڪ مان سڏي ٿو،
ڏاڍي منڙي تہ هن جي زبان آ.

کهڙي وڻندڙ آ هن جي ڪهاڻي،
سهڻي بائيبل ۾ ساري بيان آ.

جيئن ريڍار رڍون ٿو سنڀالي،
تيئن ٻارن جو هُو نگهبان آ.

شاگردن ۽ شاگرديائڻين جي چوٿين گروپ صوفياڻي شاعريءَ ۾ مسلم صوفي شاعرن جي عارفاڻي ڪلام ڪي هنن لفظن ۾ پيش ڪيو:

## 4- اسلام:

اسلام اهڙي شاعريءَ کي همٿائي ٿو، جنهن ۾ مالڪِ حقيقي ۽ ان جي رسول حضرت محمد ﷺ جي تعريف ڪئي وئي هجي. ان کان سواءِ جنهن شاعريءَ ۾ اسلامي عقيدن، توحيد، اخلاقيات ۽ انسانيت جو سبق ڏنو ويو هجي، ان کي بہ پسند ڪري ٿو. انهن موضوعن تي مسلمان شاعرن جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو بيمثال آهي. انهن روايتي شاعريءَ کان هٽي ڪري خالص پنهنجي مذهب کي شاعريءَ جو بنياد بڻايو آهي. حضرت حَسّان بن ثابت، مولانا رومي، مولانا جامي، مولانا حالي، اڪبر اله آبادي، علامہ اقبال، خواجہ غلام فريد، ميان محمد بخش، سيد وارث شاهہ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ بابا بلهي شاهہ وغيره اهڙا شاعرَ آهن، جن اسلامي تعليمات ماڻهن تائين پهچائي.
حقيقت ۾ صوفياڻي شاعريءَ جي سڃاڻپ انهن شاعرن ئي ڪرائي آهي. مطلب تہ صوفياڻي شاعريءَ اسلامي فن تي گهرا اثر ڇڏيا آهن. صوفياڻي شاعريءَ جي صنف ماڻهن ۾ گهڻي مشهور آهي. عوامي طور تي شاعراڻيون محفلون مچايون وينديون آهن، جنهن ۾ شاعر پنهنجو ڪلام پيش ڪندا آهن.
ان کان پوءِ ان گروپ صوفي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جو ڪلام پيش ڪيو:

اَولُ الله عَليمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڌڻي،
قادرُ پنهنجي قُدرتَ سين، قائم آهي قديمُ،
والي، واحدُ، وحده، رازقُ ربُ، رَحِيمُ،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريمُ، جوڙون جوڙَ جهانَ جي!

(سُر ڪلياڻ)

آخر ۾ شاگردن ۽ شاگردياڻين جي پنجين گروپ سِک مذهب ۾ عارفاڻي ڪلام تي پنهنجا ويچار ونديا:

## 5- سِک مذهب:

پنجاب سان تعلق رکڻ جي ڪري سِک مذهب ۾ پنجابي ٻوليءَ ۾ صوفياڻي شاعريءَ جو قيمتي خزانو ملي ٿو. سک مذهب ۾ شاعريءَ تي ڪابہ پابندي ناهي. سِکن جي مذهبي ڪتاب گرو گرنٿ صاحب جي اٽڪل 5000 شبدن (شعرن) کان وڌيڪ تي مشتمل آهي، جن کي اهي "شَبد ڪيرتن" چون ٿا. انهن کي صبح ۽ شام پڙهيو ويندو آهي. انهن شبدن ۾ بابا گرو نانڪ ديوجي سان گڏ ٻين گروئن، هندو سنتن، مهاتمائن ۽ مسلم صوفي شاعر بابا فريد جا ڪلام بہ شامل آهن. گرو گرنٿ صاحب جي ڪلام ۾ مالڪِ حقيقيءَ سان ويجهڙائي، پرهيزگاري، اخلاقيات ۽ سهڻي سلوڪ جو سبق ملي ٿو.

اهو خلاصو پيش ڪرڻ کان پوءِ شاگردن جي گروپ بابا گرو نانڪ ديو جي ڪلام "جپ جي" جو ورد ڪيو:

ترجمو:

| | |
|---|---|
| سچو آ هي صاحب سچو | سچو ان جو نالو سدا |
| سچو نالو بيان ڪن هو | جنهن جو اُلفت ڪم سدا |
| دنيا گهري، داتا بخشي | جيڪو گهرو، هر ڀيري ملي |
| پيش ڪريون دربار ۾ ڇا تحفو | جنهن سان ديدار ملي |
| وات مان وائي ڪڍي ڇا بندو | جنهن سان مالڪ پيار ڪري |
| نور جا تڙڪا سچو نالو ۽ شان | اها سوچ ۽ ويچار ڪري |
| ٻاجهہ سان هجي پوشاڪ بَدن جي | رحم سان مُڪتي، دوارا اچن |
| هر جاءِ آهي هو پاڻ ئي سچو | نانڪ اصل حقيقت پائي |

استاداياڻي صاحب سيني گروپن جا ويچار ٻڌڻ کان پوءِ ”واهه واهه“ چئي ڪين شاباس ڏني ۽ تاڙيون وڄائي سيني نمائندن جي ڪارڪردگيءَ کي ساراهيو ۽ ايندڙ هفتي جي لاءِ اڏاوتن جي فن جي عنوان تي سيني گروپن جي نمائندن کي پنهنجي تحقيقي ڪوشش کي پيش ڪرڻ جي هدايت ڪئي.

## 4- اڏاوتن جو فن

اڄ جيان استادياڻي صاحبہ اڏاوت جي فن بابت پنهنجي ابتدائي تقرير ۾ ٻڌايو تہ انساني زندگي هڪ ٻئي جي مدد ۽ تعاون جي محتاج آهي. جڏهن سيئي ماڻهو گڏجي رهندا آهن تہ سماج وجود ۾ ايندو آهي ۽ ائين سماجي ضرورتن جو سلسلو شروع ٿيندو آهي. مثال جي طور تي رهڻي ڪهڻي، کاڌو پيتو، پوشاڪ ۽ مذهب جي تعميل لاءِ خاص جڳهہ يا عبادتگاهہ وغيره جي ضرورت هوندي آهي ۽ خاص طور تي مذهبي عبادتن جي ادائيگي لاءِ سيني مذهبن جي مجيندڙن اڏاوت جي فن ۾ دلچسپي ورتي ۽ اهڙيون عمارتون جوڙيون، جن ۾ انهن جي مذهب جو ڏيک واضح طور محسوس ڪجي ۽ اسين سولائيءَ سان ٻڌائي سگهون تہ هيءَ عمارت مندر آهي يا مسجد، گوردوارو آهي يا گرجاگهر.

ان تعارف کان پوءِ استادياڻي صاحبہ پنجن ئي گروپن جي نمائندن کي پنهنجا پنهنجا خيال پيش ڪرڻ لاءِ گهرايو.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي پهرئين گروپ هندو مذهب ۾ اڏاوت جي فن بابت تصويرون ڏيکاريون ۽ پنهنجا خيال هن ريت پيش ڪيا:

### 1- هندو مذهب:

هندو مذهب اڏاوتن جي ميدان ۾ بہ گهرا نقش ڇڏيا آهن. هندن مندر، اسپتالون، تعليمي ادارا ۽ مهمان خانا وغيره اڏايا. مندرن جي اڏاوت ۾ بت تراشي، مجسمي سازي ۽ تصويرڪشي جو فن نهايت اعليٰ حيثيت رکي ٿو. مغلن جي حڪومت واري دؤر ۾ ڏکڻ هندستان ۾ مٿورا شهر ۾ مندرن جا اوچا دروازا جوڙايا ويا، جيڪي پنهنجو مثال پاڻ آهن.

ٻئي گروپ ٻڌ مذهب ۾ اڏاوتن جي فن جي محنتن کي هن طرح اجاگر ڪيو:

## -2 ٻڌ مذهب:

ٻڌ مذهب ٻه انساني زندگيءَ تي گهرا اثر ڇڏيا آهن. ٻڌ مذهب جي عبادتگاهن يعني استوپا، پگوڊا، خانقاهون ۽ پوئلڳن جون رهائشگاهون مذهبي عقيدن جي عڪاسي ڪن ٿيون. مهاتما ٻڌ جا مُجسّما، سنگ تراشي وغيره ٻڌ مذهب فن جون اهم خصوصيتون آهن.

مثال طور استوپا کي ڏسو، جيڪو گوتم ٻڌ جي مجسمي وانگر آهي ۽ جنهن کي ڪائنات، زمين، پاڻي، باهه ۽ هوا سان ڀيٽيو ويو آهي.

**استوپا:** هن جو بنيادي ڍانچو هڪ چوڪور شڪل تي ٺهيل آهي، جيڪو زمين کي ظاهر ڪري ٿو. هن ۾ ٽيرهن منزلہ ڏاڪڻيون، جيڪي مٿانهينءَ ڏانهن وينديون آهن، اهي باهہ جون نشانيون آهن. اهي ٽيرهن منزلہ ڏاڪڻيون اڳتي هلي هڪ وڻندڙ ۽ نمايان ڊزائن جي صورت اختيار ڪندي، هوا جو منظر پيش ڪن ٿيون. ان ۾ موجود گنبد پاڻيءَ جي نشاني آهي. استوپا جو مٿانهون حصو چمڪندڙ تاج وانگر آهي.

**پگوڊا:** پگوڊا مينار وانگر عمارتن کي چئبو آهي، جيڪي عام طور تي خانقاهہ جو حصو هونديون آهن ۽ اهي زيارتگاهہ جو ڪم ڏينديون آهن. هندوستان جا پگوڊا گهڻي ڀاڱي سرن جا ٺهيل آهن ۽ انهن ۾ پٿرن کي ٽُڪي ڪم ڪيو ويو آهي.

**خانقاهون:** خانقاهون زيارت جا اهي هنڌ آهن، جن ۾ ڪيترائي ڪمرا هوندا آهن، جيڪي مختلف ڪمن لاءِ مثال طور لائبريري يا مهمان خاني جي طور تي استعمال ٿين ٿا. مقرره وقتن ۾ انهن خانقاهن ۾ مذهبي رسمون ادا ڪيون وينديون آهن. مهاتما گوتم ٻڌ جا مجسما، پٿر مان ٽُڪي ٺاهيل ٻڌمذهب جي فنِ تعمير جون نمايان خصوصيتون آهن.

ٻڌ مذهب جي گفتگوءَ ڪانپوءِ شاگردن ۾ شاگرديائٽين جي ٽئين گروپ مسيحيت ۾ اڏاوتن جي فن جي حوالي سان ذڪر ڪندي چيو:

## 3- مسيحيت:

مسيحي مذهب جي ماهرن عمارتن جي اڏاوت دوران پنهنجي مذهبي عقيدن جي ڀرپور عڪاسي ڪئي آهي. انهن ۾ سڀ کان اهم انهن جا گرجاگهر آهن، جن کي خاص انداز سان تيار ڪيو ويندو آهي. انهن عمارتن ۾ حضرت يسوع مسيح ۽ حضرت مقدسه مريم جون تصويرون ۽ مجسما لڳايا ويندا آهن. گرجاگهرن کان سواءِ قلعن، قبرستانن، سرڪاري عمارتن ۽ گهرن جي اڏاوت ۾ به صليب جي شڪل ۾ مذهبي جهلڪ نظر ايندي آهي.

چوٿين گروپ مسلم اڏاوتن جي فن جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو:

## 4- اسلام:

اسلامي اڏاوت جو فن مسجدن جي ڊگهن مُنارن، ٽڪندن برجن، قبن ۽ سهڻن رستن جي ڪري مشهور آهي. جديد دؤر ۾ اسلامي اڏاوتن جي فن ۾ ڪشادي، ڊانچي، چٽسالي، روشنيءَ، نقل ۽ حرڪت، ته جيئن عمارت ۾ اچڻ وڃڻ ۾ ڪابه رڪاوٽ نه ٿئي جهڙين ڳالهين جو خاص خيال رکيو ويندو آهي.

عمارتن کي خوبصورت بڻائڻ لاءِ خطاطي، چٽسالي، قدرتي منظر چٽڻ، اُڪر جو ڪم، ڪاشيءَ جو ڪم، مطلب ته هر فن کي ملائي موهيندڙ اڏاوت ڪئي ويندي آهي. اسلامي اڏاوتن جي فن جي اهم شاهڪارن ۾ مسجد نبوي (مدينه منوّره)، بادشاهي مسجد (لاهور)، شاليمار باغ (لاهور)، فيصل مسجد (اسلام آباد)، شاهجهان مسجد (ٺٽو) وغيره ڏسڻ وٽان آهن، جن ۾ مذهبي عقيدن، خاص طور تي وحدانيت ۽ ڪشادگي ۽ بلنديءَ جي جهلڪ نظر اچي ٿي.

مغل بادشاهن قلعن، محلاتن، عبادتگاهن، باغن ۽ مقبرن جي اڏاوت تي ڪوڙ ساري رقم خرچ ڪئي. تاج محل مغلن جي دور جي سڀ

کان مشهور اڏاوت آهي. اهو اڇي پالش ٿيل سنگ مرمر سان جوڙيو ويو هو، جنهن ۾ انتهائي نازڪ انداز سان پٿرن کي ٽُڪي ان ۾ اکر لکيا ويا آهن. تاج محل ڏکڻ هند جي شهر آگره جي ويجهو مغل بادشاهه شاهجهان سترهين صدي عيسويءَ ۾ جوڙايو هو.

شاگردن ۽ شاگردياڻين جي پنجين گروپ سک مذهب ۾ اڏاوتن جي فن جي حوالي سان پنهنجا خيال هن طرح پيش ڪيا:

## 5- سِک مذهب:

سک مذهب جي پوئلڳن کي حڪومت هلائڻ جو تمام گهٽ موقعو مليو آهي، انهيءَ ڪري اهي اڏاوتن جي شعبي ۾ وڌيڪ ڪم ناهن ڪري سگهيا، پر گوردوارن، حويلين، قلعن، سماڌين ۽ تعليمي ادارن ۾ سِکن جي اڏاوتن جو ڏيک نظر ايندو آهي. انهن عمارتن جا ٿنيا، دريون، گنبد ۽ مُنارا وغيره سهڻي اڏاوتن جي فن جو نمونو پيش ڪندا آهن.

گرو رام داس جي امرتسر شهر وسايو ۽ اتي ئي بابا گرو نانڪ ديوجي جي تعليمات کي عام ڪيو. گرو انگد ديوجي جي دور ۾ "سنگت" ادارو قائم ٿيو، جيڪو اڳتي هلي گوردواري جو بنياد بڻيو. گرو ارجن ديوجي امرتسر ڍنڍ ۾ مرڪزي عبادتگاهه "هري مندر صاحب" جوڙايو، جنهن کي هاڻي "گولڊن ٽيمپل" چئبو آهي. هن هتي سک گروئن جون رهائش گاهون پڻ ٺهرايون ۽ ان جڳهه کي "دربار صاحب" جو نالو ڏنو ويو.

گرو ارجن ديوجي راوي ۽ بياس درياهن جي وچ ۾ ترن تارن، ڪرتارپور ۽ هرگوبندپور شهر پڻ وسايا.

آخر ۾ استادياڻي صاحبه سيني گروپن جي شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ تاڙيون وڄايون ۽ کين پروجيڪٽ ورڪ (Project work) ۾ بهترين ڪارڪردگيءَ تي مبارڪباد ڏيڻ کان پوءِ چيو ته اڄ اسان سيني اهو ڄاڻي ورتو آهي ته مذهب ڪٿي ڪهڙو به هجي، پر ان پنهنجي مڃيندڙن جي زندگين ۾ جدّت ۽ ترقيءَ جي بنياد کي اختيار ڪندي گهاٽا اثرَ ڇڏيا آهن.

## سبق جو خلاصو

- مذهبَ انسان جي ترقيءَ تي گهاٽا اثرَ ڇڏيا تا، جنهن جي ڪري سڌريل سماج وجود ۾ آيا. مذهب انساني سوچ ۽ ويچار جا بيشمار دروازا کولڻ ۾ انسانن جي مدد ڪئي آهي، جنهن جي ڪري اهي بهتر کان بهتر جي تلاش ۾ مصروف آهن.
- مذهبن جي پوئلڳن مالڪِ حقيقيءَ جي ياد ۾ مظاهرِ قدرت کان متاثر ٿي، انساني هدايتن جي سرچشمن يعني سچن مذهبي رهنمائن سان محبت ڪرڻ جي سببان انهن جا مجسما ٺاهڻ شروع ڪيا ۽ ائين هن فن کي هٿي ملي.
- اسلامي مذهب ۾ عمارتن ۽ مسجدن ۾ اسلامي طريقي کي اپنائيندي اڏاوتن جي فن ۾ هنر ڏيکاريا ويا آهن. خاص طور تي ڪشادگي، ڍانچو، ڇتسالي، روشني ۽ اچ وڃ لاءِ نوان نوان طريقا ايجاد ڪيا ويا آهن.
- مالڪِ حقيقيءَ سان پنهنجي محبت جو اظهار انسانن شاعريءَ جي صورت ۾ پيش ڪيو ۽ هر مذهب ان فن کي خاص طور تي "صوفياڻي شاعريءَ" جهڙو اهم درجو ڏنو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) فنونِ لطيفه مان ڇا مراد آهي؟

(2) صوفياڻي شاعريءَ مان ڇا مراد آهي؟

(3) انسان ۽ سماج جي ترقيءَ ۾ مذهبن ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي؟ مختصر لکو.

(4) مختلف مذهبن جي مذهبي عمارتن جي فهرست ناهيو.

(5) اسلامي اڏاوتن جو فن ڇاڪاڻ مشهور آهي؟

(6) اشوڪا، ٻڌ مذهب جي ترقيءَ ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو؟

## -2 هيٺين سوالن جا مختصر جوابَ لکو:

(1) اسلام ۽ سک مذهب جي صوفياڻي شاعريءَ ۾ ڪهڙو سبق مليل آهي؟ مثال ڏئي بيان ڪريو.

(2) عمارتن جي اڏاوت وقت ڪهڙين اهم ڳالهين جو خيال رکڻ ضروري آهي؟ مختلف مذهبن جي عمارتن جي حوالي سان پنهنجو جواب لکو.

## -3 ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

ڪلاس ۾ هيٺين نڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- مذهبن جا انساني زندگيءَ تي اثرَ.
- هندو مذهب ۾ موسيقيءَ جو مقام.
- مسيحيت ۾ بوئٿيس (Boethius) جون خدمتون.

## -4 هن سبق مان پنهنجا وٽندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ______________________________

(2) ______________________________

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿائيندي هڪ محفل جو اهتمام ڪريو، جنهن ۾ شاگردن ۽ شاگردياڻين جا مختلف گروپ پنهنجي پنهنجي مذهب متعلق صوفياڻي شاعري/ ڪلام کي وڏي آواز سان پيش ڪن.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي سڀني مذهبن ۾ مشترڪ ۽ غيرمشترڪ نڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪن. ان سان انهن جي اندر ايثار ۽ بردباريءَ جا جذبا اپرندا. مذهبن جو تقابلي جائزو وٺن ۽ ڏسن تہ ڪهڙي مذهب فنون لطيفہ، صوفياڻي شاعري (ادب) ۽ اڏاوتن جي ڪري ترقيءَ جا درجا ماڻيا آهن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اُسريل | اُپريل، ترقي ڪيل | عَلِيمُ | وڏو ڄاڻندڙ |
| وُسعت | ڪشادگي، شاهوڪاري | عالَمُ | جهانُ، جڳ، سنسار |
| چٽسالي | گلڪاري، نقاشي | حَمد | ساراهه، واکاڻ |
| تبليغ | ڪا ڳالهه ٻين تائين پهچائڻ | ابتدائي | شروعاتي |
| ڳاڻاٽو | شمار | اُجاگر | روشن |
| موهيندڙ | بيهوش ڪندڙ، مَن لڀائيندڙ | ٻارنهن دري | ٻارنهن دروازن جي هوادار جاءِ |
| يڪسوئي | اطمينان، دلجمعي | | |

باب ٻيو

# زرتشت مذهب

## 1- تعارف

زرتشت مذهب ايران جو پراڻو مذهب آهي. ايران جي تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ ان جي تاريخ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

- ايران زرتشت کان اڳ
- زرتشت مذهب جي پرچار ۽ تعليمات
- زرتشت کان پوءِ زرتشتي مذهب جي ترقي

## 2- ايران زرتشت مذهب کان اڳ

زرتشت جي پيدائش کان اڳ ايران ۾ مظاهرپرستيءَ جو رواج هو. ايران جي ماڻهن جي ڪمائيءَ جو ذريعو زراعت هو. انهيءَ ڪري ايرانين اهڙن مظاهرِفطرت جي پوڄا ڪئي، جيڪي انهن جي ڪُڙمت لاءِ ڪارائتا هئا. سج جي پوڄا انهيءَ ڪري ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ ان جي گرميءَ مان فصل پچڻ ۾ مدد ملندي هئي. زمين کي انهيءَ ڪري سجدو ڪندا هئا جو ان ۾ فصل پوکيو ويندو هو ۽ ان جي وڍڻ جو سبب بڻبو هو. اهڙيءَ طرح چنڊ، هوا ۽ باهہ جي پڻ پوڄا ڪئي ويندي هئي.

البتہ ايرانين ۾ زرتشت جي اچڻ کان اڳ ڪجهہ خوبيون بہ هيون، جن ۾ سڀ کان وڏي خوبي اها هئي تہ ماڻهو ڪوڙ کان نفرت ڪندا هئا. ان کان سواءِ اهي قرضي ٿيڻ کان پڻ نفرت ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ سندن خيال موجب قرضي بڻجڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ، ڪنهن ٻئي ڏوهہ ڪرڻ جو ذريعو بڻبا آهن.

## 3- زرتشت مذهب جي پرچار ۽ تعليمات

زرتشت 660 ق.م ۾ اولهه ايران ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ ۾ ڪيس مذهب، پوکي، مال ڌارڻ ۽ جراحت وغيره جي تعليم ڏني وئي. جوانيءَ جي زماني ۾ ئي هو پنهنجي ابن ڏاڏن جي مذهب کان غيرمطمئن هو. هن پنهنجي قوم يعني آريائن کي مظاهرپرستيءَ کان روڪيو ۽ هڪ مالڪِ حقيقيءَ جو پيغام ڏنو.

## 4- زرتشت مذهب جا بنيادي تصوّرَ

### هڪ خدا جي عبادت:

زرتشت پنهنجي قوم کي ٻڌايو تہ مظاهرِ فطرت اسان جا معبود ناهن، جو انهن جي پوڄا ڪئي وڃي. اهي سيئي مالڪِ حقيقيءَ جا پيدا ڪيل آهن. مظاهرِ قدرت جي بدران هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڪريو، جنهن هن پوري ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي. زرتشت جي انهيءَ تعليمات جي ڪري آريائن جو هڪ طبقو سندس مخالف بڻجي پيو ۽ ڪيس ايترو تہ تنگ ڪيوويوجو هو اولهه ايران ڇڏڻ تي مجبور ٿيو. زرتشت انهن سختين جي باوجود پنهنجي زماني جي ماڻهن کي نہ رڳو هڪ مالڪِ حقيقيءَ ڏانهن سڏيو، پر انهيءَ جي تعليم بہ ڏني.

### خير ۽ شر (نيڪي ۽ بَدي):

زرتشت مذهب جي مقدس ڪتاب گاٿا موجب زرتشت مذهب جي ماڻهن جو عقيدو آهي تہ ”آهورا مزدا“ مالڪ حقيقيءَ جي ذات آهي، پر هن دنيا ۾ ان مالڪ حقيقيءَ ٻن طاقتن نيڪي ۽ بَدي کي پيدا ڪيو آهي. مخلوق ۾ نيڪي ۽ بدي ٻيئي ان جي دل جو حصو آهن ۽ اندروني طور تي هر شخص جي دل ۾ نيڪي ۽ بديءَ جو ٽڪراءُ جاري رهندو آهي. آهورا مزدا يعني مالڪ حقيقيءَ هر انسان کي نيڪي ۽ بديءَ ۾ فرق ڪرڻ ۽ نيڪيءَ کي اختيار ڪرڻ جي عظيم صفت عطا ڪئي آهي، جيڪا ڪيس سيني مخلوقات ۾ فضيلت بخشي ٿي.

### اخلاق جو بنياد:

زرتشي مذهب جي مقدس ڪتاب گاٿا مطابق نيڪي ۽ بديءَ ۾ فرق ڪندي، نيڪ ڪمن ۽ نيڪ ماڻهن جي صفتن کي بيان ڪيو ويو آهي. انهن

وٽ اخلاق جو بنياد ٽن شين تي آهي، جن جي مٿان عمل جو تاڪيد ڪيو ويو آهي.

1: سُنو ڳالهائڻ    2: سُنو سوچڻ    3: سُنا ڪم ڪرڻ

ان سان گڏ ٽن براين کان روڪيو ويو آهي:

1: بُرو ڳالهائڻ    2: خراب سوچڻ    3: بُرا ڪم ڪرڻ

زرتشت وٽ باھہ پاڪيزگيءَ جي نشاني آهي، جيڪا تمام براين کي ختم ڪندي آهي. انهيءَ ڪري زرتشت مذهب جي عبادتگاهن ۽ گهرن ۾ هر وقت باھہ برندي رهندي آهي. انهيءَ ڪري انهن کي ”آتش پرست“ ۽ ”مجوسي“ (يعني باھہ جا پوڄاري) چوندا آهن، جڏهن تہ هندوستان ۽ پاڪستان ۾ انهن کي”پارسي“ چئبو آهي. زرتشت مذهب مطابق ڪائنات ۾ بہ طاقتون موجود آهن:

1- يزدان (ڀلائيءَ جي قوت ۽ طاقت) Yazdan

2- اهرمن (برائيءَ جي قوت ۽ طاقت) Ahriman

## 1- يزدان (Yazdan):

يزدان کي ”آهورا مزدا“ بہ چوندا آهن. يزدان خالقِ اعلىٰ آهي، جيڪو نيڪيءَ جي علامت آهي. جهڙيءَ طرح دنيا ۾ روشني ۽ اونداهي آهي، اهڙيءَ طرح نيڪي ۽ بديءَ جون طاقتون بہ آهن. مالڪِ حقيقيءَ پوري ڪائنات ۽ انسان کي سنين حالتن ۾ پيدا ڪيو آهي ۽ ان کي ”اشرف المخلوقات“ جو درجو ڏئي، باقي سڀني مخلوق کان عظيم ڪيو آهي، تہ جيئن اهو نيڪي ۽ سچائيءَ جي ڪري دنيا ۾ ڪاميابي حاصل ڪري. يزدان جي برائيءَ سان ويڙھہ جاري رهندي آهي، جنهن ۾ آخري سوڀ يزدان جي ئي ٿيندي.

## 2- اهرمن (Ahriman):

اهرمن، يزدان جو ضد آهي، جيڪا بديءَ ۽ ڪوڙ جي طاقت آهي. شيطان ۽ ان جا پوئلڳ اهرمن جي پاسي آهن، جيڪي نيڪ ۽ سچن ماڻهن کي تنگ ڪن ٿا. جيڪڏهن دنيا ۾ اهرمن غالب ايندو تہ برايون ۽ ڏوھہ وڌي ويندا آهن ۽ جيڪڏهن يزدان غالب ايندو تہ خوشحالي ۽ ڀلائي وڌندي آهي.

## 5- زرتشت مذهب جا مُقدَّس ڪتابَ:

اَوِستا (Avesta) زرتشت مذهب جو مقدس ڪتاب آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”اصل متن“. اَوِستا قديم ايراني زبان ۾ لکيو ويو هو.

### اَوِستا جي ورهاست:

زرتُشت پنهنجي مقدس ڪتاب کي پنجن حصن ۾ ورهايو آهي:
هي تعليمات جو خلاصو آهي.

1- يسنا (Yasna) : اَوستا ڪتاب جي 72 بابن جي مجموعي کي ”يسنا“ (Yasna) چئبو آهي. گاٿا (Gatha)، جيڪو زرتشت جو پنهنجو لکيل آهي ۽ اهو نظمن تي مشتمل آهي، ”يسنا“ جي بابن ۾ شامل آهي.

2- وسپرد (Vaspird) : ڪتاب جي 24 بابن تي مشتمل هن حصي کي ”وسپرد“ چئبو آهي، جنهن جي معنيٰ سردارَ (All the Lords) آهي. هن ڪتاب ۾ آهورا مزدا يعني نيڪيءَ جي خدا جي حصي دارن جو ذڪر موجود آهي.

3- ونديداد (Vendidad) : 22 بابن تي مشتمل هي ڪتاب هندستاني پارسين وٽ وڏيڪ مشهور آهي. هن ڪتاب ۾ شر جي طاقتن، جنّن، پرين ۽ شيطاني وسوسن سان مقابلي ڪرڻ جون تدبيرون ٻڌايل آهن.

4- يشت (Yasht) : هيءُ ڪتاب 21 بابن تي مشتمل آهي، هن ۾ نذر نياز، خيرات، يَجن ۽ دعائن جو ذڪر آهي ۽ آخرت جي زندگيءَ بابت مختلف تصوّر پڻ شامل آهن.

5- خُرد اَوِستا (Khordeh Avesta) : هيءُ ڪتاب اوستا جي تعليمات جو خلاصو آهي.

# زرتشت مذهب جي مُقدّس ڪتاب مان چونڊ ڪلام

## گاٿا (Gatha) :

هيءُ ڪتاب گيتن جي پنجن مجموعن تي مشتمل آهي. گيتن جو پهريون مجموعو نظمن تي مشتمل آهي. ان جي شروعات زرتشت جي دعا سان ٿئي ٿي، جنهن جا لفظ هن ريت آهن:

> ”پنهنجن هٿن کي ڊگهيڙيندي تنهنجي مدد جو اميدوار آهيان. اي مزدا! جيڪو سيني شين ۾ پهريون آهي، آءٌ تنهنجي دربار ۾ هيءَ دعا ڪريان ٿو ته مون کي روحاني ڪم ڪرڻ جي توفيق حاصل ٿئي“.

ٻيو نظم هڪ مڪالمي تي مشتمل آهي، جيڪو جنت جي بيان تي پکڙيل آهي. ٽيون نظم زرتشت جي مقصدن جي عڪاسي ڪري ٿو. چوٿون ڊگهو نظم آهورا مزدا جي تعريف ۽ ساراهه بيان ڪري ٿو. پنجون نظم هڪ مڪالمو آهي، جنهن ۾ زرتشت شيطانن جي مذمت ڪري ٿو. هيءُ نظم هن دعا تي ختم ٿئي ٿو.

> ”مزدا! مون کي اهي سڀ ڳالهيون ٻڌاءِ، جيڪي بهترين تعليمات آهن ۽ جيڪي بهتر عملَ آهن. اي خدا! اي حق ۽ سچ جا بادشاهه! تون ئي حمد ۽ ساراهه جو مستحق آهين. اسان کي اهو يقين ڏيار ته انسانيت توهان جي مرضيءَ مطابق عمل ڪندي“.

## وندیداد (Vendidad) :

وندیداد ۾ شر جي قوتن ۽ شيطاني وسوسن سان مقابلو ڪرڻ جون تدبيرون ٻڌايون ويون آهن ۽ پاڪ رهڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي. پاڪيزگيءَ جو مقصد صرف جسم ۽ ماحول جي پاڪيزگي ناهي، پر خيالن، فڪر ۽ ڪردار جي پاڪيزگي پڻ شامل آهي. مطلب ته حقيقي طور تي ان جي معنىٰ گناهن ۽ برائين کان بچڻ آهي. انهيءَ ڪري زرتشت دعا ڪندي چوي ٿو ته:

”اي آهورا مزدا! آءٌ توکان سوال ڪريان ٿو، مون کي نيڪ نيڪ ٻڌاءِ تہ آءٌ تنهنجي محبت ۾ برائيءَ کي هميشہ لاءِ ختم ڪري پاڻ کي نيڪيءَ جي حوالي ڪري سگهان“.

زرتشت انسانن کي پنهنجي خيال، زبان ۽ جسم کي برائيءَ کان پاڪ رکڻ ۽ نيڪ انسان بڻجڻ جي تلقين ڪندي چوي ٿو:

”اي انسانؤ! مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڏانهن متوجہ ٿيو ۽ شيطان کي ماري ڀڄايو، نہ تہ سُستي، جيڪا مادي دنيا کي ننڊ ۾ مدهوش ڪري ٿي، صبح ٿيندي ئي توهان تي غالب ايندي. گهڻا ماڻهو صبح سوير جاڳندا آهن، انهيءَ ڪري توهان کي مناسب ناهي تہ گهڻي دير تائين سمهي رهو“.

## موت کان پوءِ واري زندگي:

زرتشت جي تعليمات جو هڪ اهم پهلو، جنهن ٻين مذهبن تي گهاٽا اثر ڇڏيا آهن، اهو انسان جي مرڻ کان پوءِ زندگي ۽ آخرت بابت تصوّر آهي. زرتشت دعا ڪئي تہ:

”اي آهورا مزدا! اسان کي توفيق ڏي تہ اسان هن زندگيءَ ۾ ۽ آخرت جي روحاني زندگيءَ ۾ تنهنجو قُرب حاصل ڪري سگهون. اي آهورا مزدا! اسان کي توفيق ڏي تہ اسان تنهنجي بادشاهيءَ ۾ داخل ٿيون. ٻنهي دنيائن ۾ تون ئي اسان جو بادشاهہ آهين. اسان پنهنجون جانيون ۽ پنهنجا جسم تنهنجي ئي حوالي ڪريون ٿا. تنهنجي مرضي آهي تہ اسان تنهنجو راضپو ۽ محبت حاصل ڪريون. اي حڪمت ۽ ڏاهپ وارا خدا! اسان جي رهنمائي فرماءِ ۽ اسان کي خوشي عطا ڪر“.

زرتشت پنهنجي تعليمات کي چڱيءَ طرح واضح ڪيو آهي تہ مرڻ کان پوءِ انساني زندگي ختم نٿي ٿئي، پر ان جي روح کي هڪ پُل تان لنگهڻو پوي ٿو، جيڪو هن جو امتحان آهي. نيڪ انسان جو روح آسانيءَ سان ان پُل تان لنگهي وڃي ٿو ۽ ٻئي ڪناري تي آهورا مزدا جي چانو هيٺ جنت ۾ پنهنجو نڪاڻو بڻائي ٿو، جڏهن تہ بُري انسان جو روح، جنهن هن دنيا ۾ گهڻا گناهہ ۽

خراب ڪم ڪيا هوندا، پنهنجي ضمير سان هن پُل تان گذري نہ سگهندو ۽ دوزخ ڪي پنهنجو ٺڪاڻو بڻائيندو. مرڻ کان پوءِ جلدي انفرادي طور هر انسان ڪي ان جي سُنن ۽ بُرن ڪمن جي مطابق ان جو بدلو ملي ٿو.

ان ڪانسواءِ زرتشت مقرره وقت تي دنيا جي خاتمي، سڀني مُردن جي زنده ٿيڻ ۽ ان کان پوءِ گڏجي حساب ڪتاب ڏيڻ يعني قيامت جو بہ تصور پيش ڪيو آهي. هن تصور مطابق قيامت جي ويجهو هڪ "نجات ڏياريندڙ" (سوشيانت) ظاهر ٿيندو، جنهن جي رهنمائيءَ ۾ خير (نيڪي) کي شرّ (بديءَ) تي مڪمل سوڀ حاصل ٿيندي.

## 6- زرتشت کان پوءِ زرتشتي مذهب جي ترقي:

زرتشي تعليمات جي سونهن صرف زرتشت جي زندگيءَ تائين محدود رهي. ان ڪانپوءِ ساڳي صورتحال پيدا ٿي، جيڪا زرتشت کان اڳ هئي. آريا مظاهرِ فطرت ۽ ديوتائن جي پوڄا ڪندا رهيا. عوام مجوسي عالمن کي اڳواڻ بڻايو. ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ زرتشت کان پوءِ عبادتن ۾گاٿا جي تلاوت ڪئي ويندي هئي، پر اها پهلوي ٻوليءَ ۾ لکيل هئي، جيڪا ڏاڍي ڏکئي هئي. زرتشتي عالم ان جي تشريح ۽ تفسير ڪندا هئا.

### سبق جو خلاصو

- زرتشت مذهب کان اڳ ايران ۾ فطرتي مظاهر جي عبادت جو رواج هو. زرتشت ماڻهن کي مالڪِ حقيقيءَ کان آگاهہ ڪيو ۽ نيڪيءَ جي تعليم ڏني.
- زرتشت مذهب جي ڪتاب گاٿا موجب زرتشيءَ جو ايمان آهي تہ مالڪِ حقيقيءَ نيڪي ۽ بديءَ کي پيدا ڪيو آهي، جيڪي سڀني انسانن جي ذات جو حصو آهن ۽ اسان جو اصل مقصد برائيءَ کي ختم ڪري، نيڪي حاصل ڪرڻ آهي، تہ جيئن اسان مالڪِ حقيقيءَ جو قُرب حاصل ڪري سگهون.
- زرتشت ماڻهن کي نيڪ ڪمن، نيڪ ڪردار ۽نيڪ ڳالهائڻ جي سکيا ڏني.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) زرتشت مذهب جا بنيادي اصول ڪهڙا آهن؟
(2) آهورا مزدا مان ڇا مراد آهي؟
(3) اهرمن مان ڇا مراد آهي؟
(4) گاٿا ۾ ڏنل زرتشت جي دعا لکو.

### 2- هيٺئين سوال جو تفصيلي جواب لکو:

زرتشت مذهب بابت تفصيلي نوٽ لکو.

### 3- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

ڪلاس ۾ هيٺين نڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- زرتشت ماڻهن کي هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت لاءِ ڇو دعوت ڏني؟
- زرتشت مذهب کي مڃيندڙن جو آخرت بابت ڪهڙو عقيدو آهي؟
- نيڪي ۽ برائي ٻه طاقتون آهن

### 4- زرتشت جي مُقدّس ڪتاب مان چونڊ ڪلام ڪلاس ۾ پيش ڪريو.

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي زرتشت مذهب بابت معلومات گڏ ڪري ڪلاس ۾ پيش ڪن.
- استاد صاحب زرتشت مذهب جي وڊيوز (Videos) جو بندوبست ڪن ۽ ان مذهب جي رسمن بابت شاگردن ۽ شاگردياڻين کي معلومات ڏيکاري، ان بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪن.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي زرتشت جي اهم تعليمات تي گروپن جي شڪل ۾ چارٽ تيار ڪن ۽ ڪلاس ۾ ٽنگين.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
| تعليمات | اپياس، سکيا | تدبير | دورانديشي، ڏاهپ |
| عڪاسي | شبيهہ، روشني | مدهوش | حيران، وائڙو |
| ڪُڙمت | هارپو | قُرب | ويجهڙائي |
| بَدي | بُرائي، خرابي | ٽڪاڻو | رهڻ جي جاءِ |
| سوڀ | ڪاميابي | سونهن | سُندرتا، حُسن، خوبصورتي |
| پوئلڳ | مجيندڙ، فرمانبردار | اثر رسوخ | دٻدٻو |

باب ٽيون

# پاڪستان ۾ مذهبي ڏڻ

## 1- عيدالاضحيٰ

عيدالاضحيٰ کي ”قربانيءَ واري عيد“ بہ چئبو آهي. هيءَ ذوالحج جي ڏهين تاريخ تي ملهائي ويندي آهي. هيءَ عيد اصل ۾ اُن قربانيءَ جي ياد ڏياريندي آهي، جنهن ۾ حضرت ابراهيم الله تعاليٰ جي حڪم سان پنهنجي پياري پٽ حضرت اسماعيل کي مالڪِ حقيقيءَ جي نالي تي قربان ڪرڻ جو ارادو ڪيو. جڏهن ٻئي پيءُ ۽ پٽ مالڪِ حقيقيءَ جي دربار ۾ هن قربانيءَ لاءِ تيار ٿيا تہ مالڪِ حقيقيءَ حضرت ابراهيم جي قربانيءَ کي قبول فرمائيندي سندس فرزند حضرت اسماعيل جي جاءِ تي آسمان تان هڪ دنبي کي موڪليو. قرآن مجيد ۾ ان واقعي جو ذڪر هن طرح ڪيو ويو آهي:

”پوءِ جڏهن ساڻس گڏجي ڪم ڪار ڪرڻ (واريءَ عمر) کي پهتو (تڏهن ابراهيم) چيو تہ اي منهنجا پُٽڙا! بيشڪ آءٌ ننڊ ۾ ڏسان ٿو تہ آءٌ توکي ڪُهان ٿو پوءِ تون نظر ڪر تہ تنهنجي دل ۾ ڇا ٿو اچي؟ چيائين تہ اي مُنهنجا ابا! جنهن ڪم جو توکي حُڪم ڏنو وڃي ٿو سو ڪر جيڪڏهن الله گهريو تہ مون کي صبر ڪرڻ وارن مان لهندين. پوءِ جڏهن ٻنهي حُڪم مڃيو ۽ ابراهيم (پنهنجي) پُٽ کي پيشانيءَ ڀر ليٽايو. ۽ کيس سڏيوسون تہ اي ابراهيم! بيشڪ تو خواب کي سچو ڪيو، بيشڪ اسين ڀلارن کي اهڙي طرح بدلو ڏيندا آهيون. بيشڪ اِها پڌري پَرکَ آهي. ۽ قربانيءَ جي جانور سان اُن جو عِوَض ڏنوسون. ۽ پوين ۾ (چڱي ساراهہ) اُن لاءِ ڇڏي سون. (الصّافات: 102 کان 108)

عيدالاضحىٰ جو ڏڻ هن عظيم قربانيءَ جي ياد ۾ هر سال ملهايو ويندو آهي ۽ حضرت ابراهيم جي سنت کي تازو ڪيو ويندو آهي. اهو ڏڻ اسان کي ياد ڏياري ٿو تہ توڙي جو قربانيءَ جو گوشت ۽ رت مالڪِ حقيقيءَ تائين نٿو پهچي، پر انسان جي نيت ۽ پرهيزگاري ضرور مالڪِ حقيقيءَ تائين پهچي ٿي. ان جو ذڪر قرآن مجيد ۾ هن طرح ٿيو آهي:

”نڪي اُنهن (قربانين) جو گوشت ۽ نڪي اُنهن جو رتُ الله کي پهچندو آهي پر اوهان جي پرهيزگاري الله کي پهچندي آهي. اهڙي طرح اهي (جانور) اوهان کي تابع ڪري ڏنائين تہ جيئن اوهين الله جي وڏائي (هن شڪراني سببان) بيان ڪريو جو اوهان کي هدايت ڪيائين ۽ ڀلارن کي خوشخبري ڏي“. (الحج: 37)

عيدالاضحىٰ جو هيءُ ڏڻ اسلامي جوش ۽ جذبي سان ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ انساني نفس کي پاڪ ڪرڻ سان گڏوگڏ اسلامي ڀائيچاري ۽ جهڙيون ايڪي کي وڌائڻ ۽ دنيا سان انسان دوستيءَ جي احساس کي زنده رکڻ اهم خوبيون بہ شامل آهن. هن ڏينهن ۾ مسلمان عيد نماز ادا ڪن ٿا. پوءِ سنت ابراهيميءَ جي پيروي ڪندي، خاص جانور: اٺ، ڳئون، ٻڪري يا دنبو وغيره ذبح ڪن ٿا. انهن جو گوشت غريبن، مٽن مائٽن ۽ دوستن ۾ ورهائين ٿا. قربانيءَ جو هيءُ ڏڻ اسان کي تيار ڪري ٿو تہ اسان ضرورتمندن جي مدد لاءِ پاڻ کي هميشہ لاءِ تيار رکون ۽ پنهنجي پياري کان پياري شيءِ مالڪ جي نالي تي قربان ڪريون.

## سبق جو خلاصو

- اسلام ۾ عيد خوشيءَ ۽ جشن جو ڏڻ آهي.
- عيدالاضحىٰ اسان کي حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل جي قربانيءَ جي ياد ڏياري ٿي.
- عيد جي ڏينهن اسان مالڪِ حقيقيءَ جا ٿورا مڃڻ سان گڏوگڏ پنهنجي پرهيزگاريءَ جو وعدو بہ ڪندا آهيون.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) عيدالاضحيٰ جي ڏڻ جو اصل مقصد ڪهڙو آهي؟
(2) عيدالاضحيٰ کي ”قربانيءَ واري عيد“ ڇو چئبو آهي؟
(3) نيڪي ۽ پرهيزگاريءَ سان گڏوگڏ هيءُ ڏڻ ڪهڙن اهم پيغامن جي نشاندهي ڪري ٿو؟

### 2- هيٺئين سوال جو جواب لکو:

عيدالاضحيٰ سان لاڳاپيل تاريخي واقعي بابت مُفصّل نوٽ لکو.

### 3- عيدالاضحيٰ جي ڏڻ تي پنهنجن دوستن ۽ پاڙيسرين جي لاءِ عيد ڪارڊ ٺاهيو ۽ انهن ۾ دعائن ۽ خيريت جا جذبا بيان ڪريو.

### 4- پنهنجي دوست کي خط لکو، جنهن ۾ کيس آگاهه ڪريو ته توهان هيءَ عيد ڪيئن ملهائي؟

### 5- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

1- پرهيزگاري هڪ اعليٰ صفت آهي، جيڪا مالڪِ حقيقيءَ کي ڏاڍي پسند آهي.
2- عيدالاضحيٰ اسان کي ٻين جي لاءِ همدرديءَ جو احساس ڏياري ٿي.

6- **هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:**

(1) ______________________________

(2) ______________________________

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي عيدالاضحيٰ جي ڏڻ جي مناسبت سان اخبارن ۽ رسالن مان مضمونَ گڏ ڪري، ڪلاس جي نوٽيس بورڊ تي لڳائين.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| **لفظَ** | **معنيٰ** | **لفظَ** | **معنيٰ** |
| ڏڻ | خوشيءَ جوڏينهن | ذوالحج | اسلامي ڪئليندر جو آخري مهينو |
| دنبو | گهيٽو | عِوَض | بدلو، اجورو |
| پڏري | ڪُلي، ڇتي | ايڪو | اتحاد، ٻَڌي |
| پَرکَ | سجاٽپ، آزمائش | ٿورا مڃڻ | ڳڻ ڳائڻ، احسان قبول ڪرڻ |

## 2- ايسٽر (Easter) (عيدِ قيامِ مسيح)

مسيحي مذهب جي هڪ وڏي عيد ايسٽر آهي، جيڪا حضرت يسوع مسيح جي مُردن مان زنده ٿيڻ جي ياد ۾ ملهائي ويندي آهي. هن عيد جي تاريخ ڄاڻڻ جو طريقو هيءُ آهي ته 21 مارچ کان پوءِ جنهن تاريخ تي چنڊ پورو هجي، ان کان پوءِ ايندڙ پهريون آچر ايسٽر هوندو. پر جيڪڏهن پورو چنڊ پهرئين آچر تي ٿئي ته ان کان پوءِ اچڻ وارو آچر ايسٽر هوندو.

حضرت يسوع مسيح جو مُردن مان زنده ٿيڻ بائيبل مقدس جي گهڻين پيش گوئين جي تڪميل آهي. حضرت يسوع مسيح پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايو:

”هن انهن کي چيو ته ائين حيران نه ٿيو. توهان يسوع ناصري کي، جيڪو ڦاهي تي چاڙهيو ويو هو، ان کي ڳوليو ٿيون. اهو ته زنده ٿي چڪو آهي. هو هتي ناهي. ڏسو، هيءَ اها جاءِ آهي، جتي انهن کيس رکيو هو. پر توهان وڃي ان جي شاگردن ۽ پطرس کي چئو ته هو توهان کان پهرين جليل ڏانهن ويندو. توهان هن کي اتي ڏسندؤ، جيئن هن توهان کي چيو آهي“. (مرقس 16 :6-7)

پوءِ حضرت يسوع مسيح سندن چوڻ موجب ٽئين ڏينهن تي زنده ٿي اٿيو.

حضرت يسوع مسيح گهڻن ئي ثبوتن ذريعي پنهنجو پاڻ کي زنده ثابت به ڪيو. جيئن سندس يارهن شاگردن کيس ڏٺو. مهاڻن به کيس ڏٺو هو. مريم مگدليني پڻ کيس ڏٺو هو. هڪ ڀيرو 500 ماڻهن گڏجي کيس ڏٺو هو. (متي: باب 16 آيت 1 کان 11 تائين)

انجيل مقدس ۾ لکيل آهي ته:

”جيڪڏهن يسوع مسيح مُردن مان زنده ناهي ٿيو ته اسان جو ايمان آڻڻ بي فائدو آهي ۽ اسان اڃا تائين گناهه جي زندگي گذاري رهيا آهيون ۽ اسان جي بچڻ جي ڪا به اميد ناهي“. (روميون باب 4 آيت 25، پطرس باب2 آيت: 13)

پوري دنيا جا مسيحي ان ڳالهہ تي ايمان رکندا آهن تہ حضرت يسوع مسيح مري، ٽئين ڏينهن مُردن مان جيئرو ٿيو هو. سندس انهيءَ خوشيءَ جي ياد ۾ هو ايسٽر يا عيدِ قيامِ مسيح جي هن ڏڻ کي وڏي شان ۽ شوڪت سان ملهائيندا آهن ۽ پنهنجي نجات جي ايمان تي پختو ٿيڻ جو عزم کندا آهن. ان ڏينهن گرجا گهرن ۾ عبادتون ڪيون وينديون آهن، جن ۾ رواداري، پيار، محبت ۽ قربانيءَ جا سبق ڏنا ويندا آهن.

ايسٽر واري ڏينهن گهرن ۾ مِنايون ورهائبيون آهن. سُنا ڪاڏا پچائبا آهن ۽ سيئي گهروارا گڏجي کائيندا آهن. مسلمان بہ هن موقعي تي پنهنجن مسيحي ڀائرن کي مبارڪباد ڏيندا آهن ۽ انهن جي خوشين ۾ شامل ٿيندا آهن. مطلب تہ هي مذهبي ڏڻ، ثقافتي ڏڻ جي صورت ۾ ڀائيچاري، يڪجهتي ۽ پيار محبت جي جذبن جي عڪاسي ڪري ٿو.

## سبق جو خلاصو

- مسيحيت ۾ ايسٽر هڪ نهايت ئي اهم عيد آهي، جيڪا يسوع مسيح جي ٻيهر زندهہ ٿيڻ جي ياد ۾ ملهائي ويندي آهي.
- پوري دنيا جا مسيحي ان ڳالهہ تي ايمان رکن ٿا تہ يسوع مسيح انهن کي نجات ڏياريندڙ آهي ۽ هو پنهنجي رحمت سان سندن سيني مسئلن حل ڪرڻ ۾ انهن جي مدد ڪندڙ آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) ايسٽر جي تاريخ ڄاڻڻ جو ڪهڙو طريقو آهي؟

(2) مسيحي ايسٽر ڇاڪاڻ ملهائيندا آهن؟

(3) پوري دنيا جا مسيحي ايسٽر جو ڏڻ ڪيئن ملهائيندا آهن؟

2- هيٺئين سوال جو جواب لکو:

ايسٽر بابت هڪ مُفصّل نوٽ لکو.

3- ايسٽر جي موقعي تي ٿيندڙ تيارين جي هڪ فهرست ناهيو ۽ ان بابت پنهنجي ڪلاس ۾ ٻين سان ڳالهه ٻولهه ڪريو.

4- هن ڏڻ بابت جيڪي دعائون ذڪر ڪيون آهن، اُهي خوشخطيءَ سان ڪاپيءَ ۾ لکو ۽ ماڻهن ۾ ونڊيو.

5- هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ____________________

(2) ____________________

## اُستادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي همٿايو ته اهي ايسٽر جي ڏڻ جي مناسبت سان مختلف گروپن ۾ ايسٽر جي ڪهاڻين کي ڪردار نگاري يا رول پلي (Role play) جي ذريعي پيش ڪن.

| نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** | **لفظ** | **معنيٰ** |
| پيش گوئي | اڳڪٿي | مهاڻو | مڇي شڪار ڪندڙ، ملاح |
| تڪميل | پورائي | ثبوت | ثابتي، دليل |
| صليب | ڪرستانين جي خاص نشاني | پختو | پَڪو، مضبوط |
| عَزم | ارادو، خواهش، نيت | نجات | معافي، بخشش |
| ثقافت | تهذيب | عڪاسي | نمائندگي |

# 3- هولي (Holi)

هولي هندو مذهب جي اهم ۽ وڏن ڏڻن مان هڪ آهي، جيڪا بسنت (يعني بهار) جي موسم ۾ ملهائي ويندي آهي. هن ڏڻ ۾ رات جو هوليءَ جي باهه ٻاري ويندي آهي، جنهن کي "هولڪا" چئبو آهي، جنهن جو مقصد هڪ واقعي جي ياد ڪي ٽڪرڻ هوندو آهي.

آڳاٽي زماني جي ڳالهه آهي ته هڪ راجا هرناڪشپ ڪشمير کان ملتان تائين راڄ ڪندو هو. جوانيءَ ۾ اهو راجا وڏو عبادتگذار هو ۽ سندس اها دعا قبول ٿي چڪي هئي ته ڪيس موت اهڙي وقت اچي، جڏهن نه ڏينهن هجي ۽ نه رات هجي، نه زمين تي مري، نه فضا ۾. انهيءَ ڪري ڪيس اهو وهم ٿيو هو ته هو ڪڏهن به نه مرندو. جڏهن ڪيس پنهنجي اَمر ٿيڻ جو يقين ٿيو ته هن خدائيءَ جي دعوىٰ ڪئي ۽ پنهنجي عوام کي مجبور ڪيائين ته هو ڪيس پنهنجو رب مڃين ۽ هن کي ئي سجدو ڪن. ڪجهه وقت کان پوءِ ڀڳوان ڪيس هڪ پٽ ڏنو، جنهن جو نالو "پرهلاد" رکيو ويو.

ان وقت جي دستور موجب جڏهن پرهلاد جي عمر چار سال، چار مهينا ۽ چار ڏينهن ٿي ته ڪيس هڪ آچاريه جي گروڪل (اسڪول) ۾ موڪليو ويو. گروڪل اُن وقت اهڙو اسڪول هوندو هو، جنهن ۾ راجڪمارن کي شاهي آداب ۽ رسمن مطابق سکيا ڏني ويندي هئي. پرهلاد گروڪل ۾ هندومت جي مقدس ڪتابن، ويدن، اپنشدن ۽ پُرانن جي تعليم حاصل ڪئي. ٻارهن سال تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ جڏهن پرهلاد گهر موٽيو، ڏٺائين ته مندرن ۾ روشني ٿي رهي هئي ۽ ماڻهو هرناڪشپ جي مُورت کي سجدو ڪري رهيا هئا. ڪيس اُتي خبر پئي ته سندس پيءُ خدائيءَ جي دعوىٰ ڪئي آهي ۽ مندرن ۾ پنهنجون مورتيون نهرائي ماڻهن کان زبردستيءَ سجدو ڪرائي ٿو.

پرهلاد مندر جي ماڻهن کي چيو تہ منهنجو پيءُ تہ فاني آهي. اسان کي تہ ڀڳوان جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري هن هرناڪشپ کي سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جيستائين پرهلاد پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيو، تيستائين هرناڪشپ کيس مختلف تڪليفون ڏيندو رهيو. ايستائين جو هن پنهنجي پٽ کي درياهہ ۾ اڇلايو. وري جبل کان هيٺ ڪيرايائينس، پر پرهلاد هر ڀيري بچي ويو. نيٺ هرناڪشپ کي شڪست نصيب ٿي ۽ هو پنهنجن درٻارين سميت هلاڪ ٿي ويو. جڏهن تہ مالڪِ حقيقيءَ جي مرضيءَ سان سندس ڀڳت پرهلاد زندهہ رهيو. مالڪِ حقيقيءَ پرهلاد کي چيو:

ترجمو: اي پرهلاد! منهنجي مهربانيءَ سان تون سڀني مشڪلاتن ۽ آزمائشن ۾ محفوظ رهين. جيڪڏهن تون نرمان (نجات) چاهين ٿو تہ منهنجي هدايت تي عمل ڪندو رهہ. (وشنو پران 28/20/1)

هوليءَ جو ڏڻ پرهلاد جي ياد ۾ ملهايو ويندو آهي، چاڪاڻ تہ ان ڏينهن سچ سوڀارو ٿيو ۽ ڪوڙ کي شڪست ٿي. ان ڏينهن چتائون ناهي انهن ۾ هوليءَ جو پتلو ساڙي جڻ تہ اهو عهد ڪيو ويندو آهي تہ پرميشور (ڀڳوان) جو نالو هميشہ رهندو. اهڙيءَ طرح هوليءَ جو ڏڻ خوشيءَ ۽ رنگن جو ڏڻ بڻجي ٿو، جنهن ۾ ماڻهو هڪ ٻئي تي رنگن جو مينهن وسائيندا آهن، جنهن سان پيار ۽ محبت ظاهر ٿيندي آهي.

پاڪستان ۾ هندو برادريءَ گهڻو تڻو سنڌ ۾ رهي ٿي. اهي سڀ هوليءَ جي ان ڏڻ کي نهايت شان ۽ شوڪت سان ملهائيندا آهن. پوري دنيا جا سڀئي هندو پائر هڪ ٻئي جي لاءِ خوشيءَ جو پيغام موڪليندا آهن.

”ڪنهن کان مالڪِ حقيقي پري ناهي ٿيندو ۽ ڪير مالڪِ حقيقيءَ کان پري ناهي هوندو؟“ (شلوڪ 6/ 30)

”جيڪو يوگي مون کي هر هنڌ ڏسندو آهي ۽ سڀ ڪجهہ مون ۾ ڏسندو آهي، آءٌ ڪڏهن بہ ان کان پري ناهيان ٿيندو ۽ نہ ئي هو مون کان پري ٿيندو آهي“.
(شريمد ڀڳود گيتا)

## سبق جو خلاصو

- هندن ۾ هولي بسنت يعني بهار جي موسم جي آمد جي طور ملهائبي آهي. هوليءَ جو ڏڻ پرهلاد جي سوڀ جي خوشيءَ ۾ ملهائبو آهي.
- ان ڏينهن جو اهم مقصد پنهنجو پاڻ کي براين کان پري ڪري، نيڪين کي اختيار ڪرڻ آهي ۽ هوليءَ جي رنگن سان پنهنجي دل ۽ روح کي روشن ڪرڻ آهي.
- هولي رنگن جو ڏڻ آهي، جنهن ۾ ماڻهو هڪ ٻئي تي رنگن جو مينهن وسائيندا آهن.
- هوليءَ جو اهو ڏڻ سچ جي سوڀ ۽ ڪوڙ جي شڪست جي ياد ۾ پتلو ساڙي ملهائبو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) هوليءَ جو پيغام ڪهڙو آهي؟
(2) هولي ڏڻ جو تاريخي پسمنظر ڇا آهي؟
(3) هندو ڀائر هوليءَ جو ڏڻ ڪيئن ملهائيندا آهن؟

2- هيٺئين سوال جو جواب لکو:

هوليءَ جي ڏڻ بابت مُفصّل نوٽ لکو.

3- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي هوليءَ جي ڏڻ جي تقريبن جو حال رول پلي يا وڊيوز جي صورت ۾ پيش ڪن.

4- هوليءَ جون تصويرون گڏ ڪري البم جي صورت ۾ پيش ڪريو.

5- هوليءَ جي ڏڻ تي رنگن جي درجي بندي (classification) ڪندي، اَساسي (Primary) ۽ غيراَساسي (Secondary) رنگن جي فهرست ٺاهيو.

6- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- حق ۽ باطل جي جنگ ۾ سوڀ هميشہ سچ يعني حق جي ٿيندي آهي.
- سچائي اسان جي زندگيءَ جو مقصد آهي، جيئن پرهلاد جي سوڀ ٿي.

7- هن سبق مان پنهنجا وٽندڙ ٻہ اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ____________________

(2) ____________________

## اُستادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي هوليءَ جي موقعي تي تقريب منعقد ڪن. استادن ۽ منتظم اعلىٰ کي ان تقريب ۾ گهرائين.

| نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| بَسنت | بهار | اَڌرم | ناانصافي، ظلم، گناهہ |
| نُهنڊ | رَهڙ، رانبوٽو | راڄ | بادشاهي |
| است | ڪوڙ، بي انصافي | اَمر | لازوال، غيرفاني، اَمٽ |
| سوڀارو | ڪامياب | نِشچل | قائم |
| ڪِرپا | مهرباني، ٻاجهہ | يوگ | هندن جي خاص عبادت جو قسم |

# 4- نَوروز (Nauroz)

”نو روز“ فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنىٰ آهي ”نئون ڏينهن“. زرتشت مذهب ۽ اسلام کي مڃيندڙن مان ڪجهه ماڻهو هيءُ ڏڻ هر سال 21 مارچ تي ملهائيندا آهن. ان ڏينهن زمين، سج جي چوڌاري پنهنجو ساليانو چڪر پورو ڪري، نئين ڦيري جي شروعات ڪندي آهي. انهيءَ مناسبت سان اهو ڏينهن گهڻي خوشي ۽ عَقيدت سان ملهايووينڊو آهي. 21 مارچ تي ڏينهن ۽ رات برابر هوندا آهن ۽ بهار جي موسم جي شروعات هوندي آهي.

تاريخي روايتن مطابق نوروز جي ڏڻ جي شروعات لڳ ڀڳ ادائي هزار سال اڳ ايران جي بادشاهه جمشيد ڪئي هئي. هن نوروز کي قومي ڏڻ قرار ڏنو هو. ان موقعي تي شاهه جمشيد درٻارين ۾ انعام ورهائيندو هو ۽ ضرورت موجب عهديدارن ۾ تبديليون ۽ نيون مقرريون ڪندو هو. نوروز جي موقعي تي ملڪ جي ڏورانهن علائقن مان ماڻهو پنهنجي شهنشاهه وٽ تحفا ڪٽي ايندا هئا، جن ۾ سايون شيون ۽ سبزيون وغيره به هونديون هيون. ان کان سواءِ ماڻهو پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي تحفا به ڏيندا رهندا هئا. ان وقت کان وٺي، اڄ ڏينهن تائين نو روز جو ڏڻ ايران جي قومي ڏڻ طور هلندو پيو اچي ۽ اهو هر سال وڏي شان ۽ شوڪت سان ملهايو ويندو آهي. نو روز جون تقريبون بهار جي آمد کان ڪيترن ئي ڏينهن تائين جاري رهنديون آهن.

نو روز جي ڏينهن زرتشت مذهب جا ماڻهو وڏا روايتي دسترخوان وڇائيندا آهن. سندن خيال موجب دسترخوان زندگي، صحت، دولت جي واڌاري، محبت، صبر ۽ خلوص کي ظاهر ڪري ٿو. نو روز جي موقعي تي ستن خاص شين جي استعمال جو خيال رکيو آهي، جيڪي هن ريت آهن:

| | شيون | معنيٰ | تصوّر يا عقيدو |
|---|---|---|---|
| 1- | سبزي | ڪڻڪ، جَو، مَهري | روحاني پختگيءَ لاءِ |
| 2- | ساماڻو | هڪ مٺي ڊِش | دولتمنديءَ جي نشاني |
| 3- | صوف | ميوو | صحت ۽ سونهن جي نشاني |
| 4- | سنجيد | جهنگلي زيتون، سُڪل ميوو | محنت کي ظاهر ڪري ٿو |
| 5- | سير | ٿوم | صحت کي ظاهر ڪري ٿو |
| 6- | سماق | هڪ وڻ جو نالو | نيڪيءَ جي بديءَ تي فتح کي ظاهر ڪري ٿو |
| 7- | سِرڪو | سرڪو | صبر کي ظاهر ڪري ٿو |

مٿين ستن خاص شين جي مدد سان دسترخوان کي خوبصورت ۽ موهيندڙ انداز ۾ سجايو ويندو آهي ۽ خاندان جا سيئي فردَ دسترخوان کي سينگارڻ ۾ شريڪ هوندا آهن.

مطلب تہ نو روز جو ڏينهن مالڪِ حقيقيءَ جي ڏنل اڻ ڪٿ رحمتن ۽ برڪتن جو احساس ڏياريندو آهي. سيئي ماڻهو پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ سان وعدو ڪندا آهن تہ هو ان سان محبت کي جاري رکندا ۽ سندس حڪم موجب عمل ڪندا ۽ ان سان گڏ سندس مخلوق سان سهڻو سلوڪ ڪندا ۽ رواداريءَ سان پيش ايندا.

نو روز جو ڏڻ مالڪِ حقيقيءَ جي رحمتن ۾ واڌاري سان گڏوگڏ شڪرانو ادا ڪرڻ جو ڏينهن پڻ آهي ۽ اهو ڏينهن انسان دوستيءَ جي جذبي جي پرچار پڻ ڪري ٿو.

## سبق جو خلاصو

- ايرانين وٽ نو روز عيد جو جشن آهي، جيڪو اڍائي هزار سال اڳ ايران جي بادشاهہ جمشيد شروع ڪيو هو.

- نو روز هر سال 21 مارچ تي ملهائبو آهي، جنهن ڏينهن زمين سج جي چوڌاري پنهنجو چڪر پورو ڪري، نئين سفر جي شروعات ڪندي آهي.
- نو روز جو جشن زرتشت مذهب کان سواءِ ايران ۽ وچ ايشيا جا مسلمان به ملهائيندا آهن.
- نو روز جو ڏڻ اميد جو پيغام آڻيندو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) ”نو روز“ ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟
(2) هن سبق ۾ 21 مارچ بابت ڪهڙي اهم ڳالھ بابت بحث ٿيل آهي؟
(3) ايران ۾ نو روز جي ڏڻ جي شروعات ڪڏهن تي ۽ ڪنهن ڪئي؟
(4) نو روز جي ڏينهن ڪهڙيون تقريبون ٿينديون آهن؟

### 2- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(1) زرتشت مذهب وارن وٽ نو روز جي حوالي سان روايتي دسترخوان جي اهميت تي روشني وجهو.
(2) نو روز بابت هڪ تفصيلي نوٽ لکو.

### 3- نو روز ۽ بهار جي موسم جي شروعات بابت ڳڏيل نڪتن جي مدد سان مضمون لکو ۽ تصويرون ناهيو.

### 4- ڳالھ ٻولھ جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالھ ٻولھ ڪريو:

- نو روز جو ڏڻ هن ڪائنات ۽ فطرت سان بالڪل ويجهو آهي.
- نوروز ڏڻ مذهبي ۽ ثقافتي اعتبار سان ڪهڙيءَ طرح پنهنجن پوئلڳن جي عملي زندگيءَ ۾ اميد ۽ امن جو پيغام آڻيندو آهي؟

5- هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان متاثّر ٿيا هجو:

(1) ________________________________

(2) ________________________________

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي نو روز جي روايتي دسترخوان جون تصويرون گڏ ڪن ۽ استاد ان جي حقيقت ۽ معنويت تي ڳالهہ ٻولهہ ڪن.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي هن ڳالهہ جو عهد ڪن تہ نو روز جي ڏڻ جي مناسبت سان پنهنجين براين کي ڇڏيندا ۽ نيڪين کي اختيار ڪندا.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سنين عادتن جي فهرست ناهڻ لاءِ همٿايو.

### نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| عَقيدت | دل جو ڀروسو، يقين | سُونهن | خوبصورتي |
| لڳ ڀڳ | اَٽڪل، اندازًا | موهيندڙ | دل کي وڻندڙ |
| ڏورانهون | ڀري ڀنڊ وارو | پرچار | تبليغ |
| شان ۽ شوڪت | دٻدٻو، رُعب | | |

باب چوٿون

# اخلاقي اَقدار

## 1- تعارف

تاريخ شاهد آهي تہ اهي قومون هميشہ اڳتي وڌيون آهن، جن وقت جو قدر ڪيو ۽ ان کي اهميت ڏيندي، وقت جي پابندي ڪئي. جن قومن وقت جو قدر نہ ڪيو، انهن جو زوال انهيءَ وقت جي هٿان ٿيو ۽ انهن کي پريشانيءَ سان منهن ڏيڻو پيو. وقت ڏينهن رات جي گردش جو نالو آهي ۽ ان سان وک ۾ وک ملائي هلندڙن جي سوڀ ٿيندي آهي.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن سبق مان وقت جي قيمت ڄاڻندا ۽ ان کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بڻائيندا تہ يقينا ڪاميابي سندن قدم چمندي ۽ هو بيمثال شهريءَ جي حيثيت سان پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ حصو وٺي، ان کي عظيم ملڪ بڻائڻ جي وس آهر ڪوشش ڪندا.

## 2- قومر جي تعمير ۾ وقت جي پابنديءَ جو ڪردار

هڪ مسافر ريلوي اسٽيشن تي موجود قُليءَ کان پڇيو ته ”اڄ صبح ريل ڪيتري بجي رواني ٿيندي؟“ قُليءَ جواب ڏنو ته ”ادا! اها ته وڃي چڪي آهي“. مسافر حيران ٿي چيو ته ”اڙي... اهو ڪيئن؟ صبح جو وقت ته اڃا تائين هلي پيو“. قُليءَ چيو ”ادا! سامهون ٽنگيل لسٽ ۾ ريل جي اچڻ ۽ وڃڻ جا وقت تفصيل سان لکيل آهن، انهن ۾ اهو به لکيل آهي ته ڪهڙي ريل ڪهڙي وقت اسٽيشن تي پهچندي. سو اها ته پنهنجي مقرر وقت تي رواني ٿي وئي هاڻي توکي اڳتي لاءِ هيءَ نصيحت ياد رکڻ گهرجي:

| | |
|---|---|
| وقت نه ياءُ وڃائڻ گهرجي، | وقت ۾ پاڻ ملهائڻ گهرجي. |
| وقت وهي ٿو پاڻيءَ وانگر، | وقت ۾ پڙهڻ پرائڻ گهرجي. |
| وقت نه ڪنهن لاءِ بيهندو آهي، | وقت سان وِڪَ وڌائڻ گهرجي. |

وقت جو آ احساس ضروري،
ساٿين کي سمجهائڻ گهرجي.

چوڻ ۾ ته ”وقت“ ٽن اکرن جو لفظ آهي، پر سيني انسانن جون زندگيون انهن ٽن اکرن واري ”وقت“ جي چوڌاري گهمندي نظر اچن ٿيون. ڪجهه ماڻهو ان کي صرف هٿ ۾ پاتل گهڙيءَ جي صورت ۾ ڏسن ٿا، جڏهن ته گهڻا ماڻهو ان حقيقت کان واقف آهن ته وقت جي اندر ئي اسان جي زندگيءَ جا اَڻ ڳڻيا منٽ، ڏينهن، مهينا ۽ سال لکل آهن، جيڪي ڏسندي ئي ڏسندي نيٺ ماضي، حال ۽ مستقبل ۾ تبديل ٿيندي نظر اچن ٿا.

وقت جي اهميت اسان کي سڀ کان وڏيڪ هن ڪائنات ۾ نظر اچي ٿي، جتي ڪائنات ۾ موجود هر رڪن وڏي نظم ۽ ضبط سان وقت جي پابندي ڪندي پنهنجي پنهنجي مَدار ۾ گهمندي نظر اچي ٿو. مقصد ته سج، چنڊ، ستارا ۽ سيارا مالڪِ حقيقيءَ جي نظام جي تابعداريءَ ۾ ڪنڌ نِوائين ٿا.

جنهن مان اسان کي هن ڳالهه ڏانهن ڌيان ڪرڻ جي ضرورت آهي ته اسان به وقت جي پابندي ڪندي، پنهنجي زندگين کي بامقصد بڻائي سگهون ٿا. ڪنهن ڏاهي فلسفيءَ چيو آهي:

”وقت هڪ عظيم دولت آهي ۽ دولت اسان کي بلندي ۽ اختيار جي اعلىٰ درجي تي پهچائي سگهي ٿي. جيڪڏهن توهان اعلىٰ درجي جا خواهشمند آهيو ته وقت جو قدر ڪريو“.

**هيءَ چوڻي به عام آهي:**

”جيڪو ڪم اوهان سڀاڻي ڪرڻ چاهيو ٿا، ان کي اڄ ئي ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته ”سڀاڻي“ ڪڏهن به ناهي آئي. پنهنجي ڪم کي ٽارڻ بدران ان کي وقت تي يا وقت کان اڳ ڪرڻ مناسب ڪم آهي“.

انساني زندگيءَ ۾ وقت جي اهميت ۽ فائدي جو اندازو اسان ڪيئن لڳايون؟ ان جو مثال اهڙو آهي ته ڪنهن شخص جي ريل يا بس هڪ منٽ اڳ نڪري چڪي هجي يا اهڙي شاگرد کان پڇو، جيڪو امتحان ۾ ڪجهه گهڙي دير سان اچي، امتحان هال ۾ ويهڻ کان رهجي ويو هجي. يا وري اهڙي بيمار جي گهروارن کان پڇجي، جنهن کي تُرت مدد نه ملڻ جي ڪري موت جي چنبي کان بچي نه سگهيو. مطلب ته اسان مان هر ڪو وقت جي آڏو مجبور، بيوس ۽ لاچار نظر اچي ٿو.

اهڙيءَ طرح قومن جي تاريخ ۾ به وقت جي اهميت کي وساري نٿو سگهجي. تاريخ شاهد آهي ته جن قومن وقت جو قدر ناهي ڪيو، انهن کي غلاميءَ جي زندگي گذارڻي پئي. حالانڪ انهن سيني جو شمار فاتح قومن ۾ ٿيندو هو.

پيارا ٻارؤ! وفادار شهريءَ جي حيثيت سان اسان جي اها پهرين ذميداري آهي ته پنهنجي وقت جي صحيح سيڙپ (Investment) ڪريون. وقت کي فضول ڪمن ۾

ضائع ڪرڻ بدران سنن ۽ تخليقي ڪمن لاءِ استعمال ڪرڻ ۾ مخلص رهون ۽ پنهنجي صلاحيتن ۾ واڌارو ڪندي، ملڪي ۽ قومي مفاد لاءِ استعمال ڪريون.

ان سان گڏ وقت جي پابندي اسان کي وقت سان گڏ اڳتي وڌڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي، پنهنجن گهر وارن ۽ پنهنجي ملڪ کي ايندڙ وقت لاءِ پڻ تيار ڪرڻ جو پيغام ڏئي ٿي. اهي قومون، جيڪي وقت سان گڏ هلنديون آهن، زماني ۾ ٿيندڙ تبديلين کي وقت کان اڳ سمجهندي، پنهنجو پاڻ کي ان مطابق سموهينديون آهن. اهي باقي قومن کان اڳتي وڌي وينديون آهن.

ان ڏس ۾ اهو انتهائي اهم آهي ته اسان هر وقت سوچ ويچار ڪندي پنهنجي هر ڪم ۾ سنجيدگيءَ سان غور فڪر ڪريون. اسان جو هر عمل ۽ هر فيصلو اسان کي ايندڙ وقت لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ انتهائي ضروري آهي.

ڪنهن به قوم جي ترقيءَ جا ذميدار صرف چونڊيل نمائندا ناهن هوندا، پر عوام کي به ان ڏس ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. عوام طرفان چونڊيل نمائندا ملڪ جي اقتصادي ترقيءَ جا ڪم شروع ڪندا آهن. هر هڪ شهري به ان اقتصادي ترقيءَ جي پروگرامن کي وقت تي مڪمل ڪرڻ ۽ ان سيڙپ جي حفاظت ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو. مطلب ته اهو تمام ضروري آهي ته هرهڪ شخص کي پنهنجي ذميداريءَ جو احساس هجي ۽ هرفرد باشعور هجي. ڪنهن به اقتصادي پروگرام ۾ رڪاوٽ اصل ۾ ملڪي ۽ قومي سيڙپ جو زيان آهي.

انهن ترقياتي ڪمن ۾ ٿوري دير ٿي وڃي ته ملڪ ۽ قوم کي اربين روپين جو نقصان ٿيندو آهي. پنهنجن ڪمن ۾ سُستيءَ جي ڪري ٻين حڪومتن ۽ ٻين ملڪن سان معاهدي ۾ وعدي جي برخلافي ٿي سگهي ٿي، جيڪا نه رڳو ملڪ جي اندر، پر ملڪ کان ٻاهر به اڻ وڻندڙ عادت آهي. اها ڳالهه مستقبل ۾ ايندڙ ترقياتي معاهدن ۽ پروگرامن ۾ رڪاوٽ جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿي. وقت جي پابندي نه ڪرڻ سبّب ملڪ ۽ ملت کي پرڏيهه ۾ شرمندو ٿيڻو پوي ٿو، جيڪا ڪنهن به ملڪ ۽ قوم لاءِ خراب ڳالهه آهي.

اڄ جي ٽيڪنالاجي واري دور ۾ وقت جي پابندي انتهائي ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته ترقياتي منصوبا عالمي دنيا (Global Village) کي بهتر بنائڻ جو ذريعو آهن.

ملڪي ۽ صوبائي سطح تي جيڪڏهن هر شخص پنهنجي ذميداريءَ کي سهڻي نموني سان مقرره وقت تي پورو ڪري، تہ نہ صرف ان شخص جو، ان صوبي يا اداري جو، پر پوري ملڪ جو اِعتماد برقرار رهي ٿو ۽ اڳتي هلي ٻين ملڪن ۾ اهڙي ملڪ کي مثالي طور پيش ڪيو ويندو آهي.

اچو تہ اسان سيئي گڏجي پنهنجي ملڪ لاءِ مثالي ڪردار ادا ڪندي، پنهنجي وقت جي پابنديءَ جو خاص خيال رکون. پنهنجي پاڙي، ضلعي، صوبي يا ملڪي سطح تي جن منصوبن تي قومي سيڙپ ٿي آهي، انهن کي مقرر وقت تي پورو ڪرڻ ۾ چونديل ماڻهن ۽ ادارن سان گڏجي ملڪي ترقيءَ ۾ پنهنجو مُثبت ڪردار ادا ڪريون.

## سبق جو خلاصو

- اهي قومون، جيڪي وقت جو قدر ڪنديون آهن، اهي ڪامياب ٿينديون آهن.
- وقت ضايع ڪرڻ وارو شخص نعمتن جو زيان ڪري ٿو.
- ڪائنات جو نظام اسان کي وقت جي پابنديءَ جي تعليم ڏئي ٿو.
- اهي قومون، جيڪي وقت جو قدر ڪن ٿيون، سي هميشہ ڪامياب ٿين ٿيون.
- ڪنهن بہ قوم جي ترقيءَ جا ذميدار رڳو چونديل نمائندا ناهن هوندا، پر عوام کي بہ ان ڏس ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) وقت جي پابندي نہ ڪندڙ کي ڪهڙي قسم جو نقصان ٿيندو آهي؟

(2) ڪائنات ۾ سج، چنڊ، ستارا وقت جي پابنديءَ جو انوکو مثال آهن. پنهنجي زندگيءَ بابت توهان اهڙا ڪجھ مثال لکو.

## 2- هيٺين سوالن جا جواب لکو:

(1) ”وقت جي پابندي اسان کي نظم ۽ ضبط سيکاري ٿي، جيڪا ڪنهن به قوم لاءِ ضروري آهي“.
مثالن وسيلي بيان ڪريو.

(2) وقت جي پابنديءَ جا فائدا لکو.

## 3- پنهنجي روزاني جي ڪمن جي فهرست ٺاهيو، جيڪي اوهان وقت تي ڪندا آهيو. ان سان گڏ جائزو وٺو ته ڪهڙي ڏينهن توهان وقت کي ضائع ڪيو آهي.

## 4- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- شاگردن ۽ شاگرديائڻين جي زندگي ۾ وقت جي اهميت تمام گھڻي آهي.
- شاگردن ۽ شاگرديائڻين جي حيثيت ۾ اسان کي ڪهڙن ڪهڙن شعبن ۾ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪرڻو آهي جيئن اسان وقت جي زيان کان بچي سگھون.

## 5- وقت جي پابندي نہ ڪرڻ سان ملڪ ۽ قوم کي ڪهڙو نقصان ٿئي ٿو؟ ڪي بہ پنج نُڪتا لکو.

(1) ____________________

(2) ____________________

(3) ____________________

(4) ____________________

(5) ____________________

6- هن سبق مان پنهنجا وڌندڙ ۾ اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثر ٿيا هجو:

(1) ________________________________

(2) ________________________________

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي همٿايو تہ اُهي اسڪول جي ٽائيم ٽيبل سان گڏوگڏ پنهنجن ذاتي ڪارڪردگي performance جو چارٽ بہ ڪاپيءَ تي ٺاهين ۽ هڪ مهيني تائين روزانو ان جو جائزو وٺن.
- شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي همٿايو تہ اهي وقت جي پابنديءَ بابت شاعرن جو ڪلام ۽ فلسفين جا اقوال گڏ ڪري البم (Album) ٺاهين ۽ نمائش لاءِ پيش ڪن.

| نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** | **لفظ** | **معنيٰ** |
| زوال | پڇاڙي | تارڻ | نتائڻ، ڳُسائڻ |
| گردش | ڦيرو | ترُت | جلدي، يڪدم، سگهو |
| پِرائڻ | حاصل ڪرڻ | اقتصادي | معاشي، مالي |
| اَڻ ڳڻيا | بيشمار، بي انداز | سيڙپ | ڪاروبار ۾ پئسا لڳائڻ |
| نيٺ | آخر | پيچڪڙي | خلاف ورزي، انحرافي |
| مَدار | گهيرو، دائرو | ڪارڻ | سبب، ذريعو |
| تابعداري | فرمانبرداري | اِعتماد | ڀروسو، ساک |
| ڪنڌ نِوائڻ | حڪم مڃڻ، تابعداري ڪرڻ | | |

باب پنجون

# نيڪين ۾ اڳرائي ڪرڻ

## 1- تعارف

انسان کي مالڪِ حقيقيءَ "اشرف المخلوقات" جو درجو عطا ڪيو آهي. انهيءَ درجي جي مناسبت سان انسان تي ڪجھ ذميداريون پڻ لاڳو ٿين ٿيون، جنهن کي پورو ڪرڻ انتهائي ضروري آهي. جن ۾ ٻين سان چڱائي ڪرڻ ۽ نيڪ بنجڻ اهم آهن. جيڪڏهن اسان ڀلائيءَ جو احساس، تقوىٰ جا رويا، ٻين جي لاءِ انسانيت جو احساس ۽ همدردي رکنداسين ته يقيني طور اسان جي دنيا ۾ اچڻ جو مقصد پورو ٿيندو ۽ مالڪِ حقيقي اسان کان خوش ٿي اسان مٿان پنهنجين نعمتن ۽ رحمتن جي پالوٽ ڪندو.

پيارا ٻارؤ! اهو انتهائي ضروري آهي ته اسان انهن سڀني سٺين عادتن کي ننڍپڻ کان ئي پنهنجي زندگيءَ جو حصو بڻايون، ته جيئن وڏو ٿيڻ تي اهي خوبيون اسان جي شخصيت جو حصو بڻجي پون. مطلب ته اهي سڀئي ڀلايون ۽ خوبيون اسان جي ذات ۾ ملي وڃن ۽ سڀني خرابين کان پري ٿي، هڪ مطمئن ۽ سهٽي زندگي گذاريون.

هن باب ۾ ڪهاڻين جي مدد سان اسان اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته گهرن ۾ پنهنجين شين ۾ پنهنجن گهر وارن يعني ڀائرن ۽ ڀينرن، والدين ۽ ٻين کي شريڪ ڪريون، ڇاڪاڻ ته اسان انهن جي مدد سان ئي اڳتي وڌنداسين ۽ پنهنجا ڪم سرانجام ڏينداسين. اهوئي جذبو اسان کي پاڙي ۽ اسڪول ۾ موجود دوستن ۽ ڪلاس وارن سان همدردي ڪرڻ ۽ انهن جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ٿو. جتي اسين پنهنجي ننڍين ننڍين شين ۾ ڪين شريڪ ڪري خوشي محسوس ڪريون ٿا ۽ پاڻ ۾ محبت ۽ ڀائيچاري جي جذبن جو اظهار ڪريون ٿا. ظاهر آهي پنهنجي شين ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ، پنهنجا خيالَ ۽ پنهنجو علم ٻين ۾ ورهائڻ پاڻ ئي هڪ وڏي نيڪي آهي.

## 2- مُرڪون پکيڙڻ

مالڪِ حقيقيءَ انسان کي مُرڪڻ جو هڪ اهڙو قيمتي تحفو ڏنو آهي، جنهن جي ڪري هڪ انسان ٿوري مُرڪ سان ٻئي جي دل خوش ڪري ٿو. چاڪاڻ ته اهائي شيءِ پلي هوندي آهي، جيڪا توهان جي دل ۾ خوشيون پکيڙڻ جو سبب بڻجي. جيڪڏهن توهان سامهون واري جي مرڪندڙ منهن کي ڏسندؤ ته پاڻهيئي توهان جي منهن تي به مُرڪ پکڙجي ويندي. کِلندڙ منهن ڏسي ۽ ان جون کِلندڙ ڳالهيون ٻڌي توهان جي دل ۾ خوشي پيدا ٿيندي. ان جي اُبتڙ هڪ اهڙو منهن، جنهن تي ٿوري به مُرڪ نه هجي، ڳالهائڻ جو انداز اهڙو هجي، جو ان جي منهن تي گهنج هجن، نڪ گهيندي، ڳالهائڻ دوران چَپ عجيب طريقي سان چُرن ته اوهان کي اٽوٽندڙ احساس ٿيندو ۽ توهان اهڙي شخص کان جلدي بيزار ٿي پوندؤ ۽ ان کان پري ٿيڻ جي ڪوشش ڪندؤ.

هڪ فرانسيسي اديب لکيو آهي ته ”دل سڀ کان وڌيڪ ان وقت خوش ٿيندي آهي، جڏهن ڪو مُرڪندڙ منهن اوهان جي ويجهو هجي“. نفسياتي ماهر ڊاڪٽر ايچ ليند (Dr. H land) چوي ٿو ته ”کِلڻ ۽ مُرڪڻ هڪ صحتمندانٽي ورزش آهي ۽ خوراڪ کي هضم ڪرڻ ۾ مدد ڏيندڙ شيءِ آهي“.

مطلب ته کِلڻ ۽ مُرڪڻ جي عادت توهان سيني کي صحتمند رهڻ جو اشارو ڏئي ٿي. ان سان گڏ اهي مُرڪون ماڻهن جي دلين ۾ خوشيءَ جا احساس پيدا ڪن ٿيون. انهيءَ ڪري خوش رهڻ ۽ خوشيون پکيڙڻ وڏي نيڪي آهي. هڪ فارسي شعر آهي:

”دل بدست آور که حجِ اکبر است“
يعني دل کٽيو، چاڪاڻ ته اهو حج اکبر جي برابر آهي.

- خوش اخلاقي هڪ اهڙي خوبي آهي، جنهن جي ڪري دوستن ۾ واڌارو ٿئي ٿو.
- مُرڪڻ ۽ مرڪون پکيڙڻ هڪ نعمت آهي.

## 3- مصيبت وقت ٻين جو سهارو بڻجڻ

گرميءَ جي موڪلن ۾ جارج پنهنجي والدين سان گڏ سمنڊ جي سير لاءِ ويو، جتي ڪيترائي ڀار پنهنجن پنهنجن والدين سان گڏ آيا هئا. توڙي جو سمنڊ ڪناري گهڻا ماڻهو هئا، پر جارج جي والدين ڪيس پاڻيءَ ۾ اڳتي وڃڻ کان جهلي ڇڏيو. جارج سمنڊ جي ڇولين کي ايندي ويندي ڏسي رهيو هو. هُو سوچي رهيو هو ته ڇولين جي اندر اها حرڪت ڪيئن پيدا ٿئي ٿي جو هو هيڏانهن هوڏانهن اچن وڃن ٿيون؟ هو ايندي ويندي ٿڪجن ڇو نه ٿيون؟ هو ڏسڻ ۾ ايترو ته مصروف هو جو پنهنجي والدين کان به پري ٿي چڪو هو.

جارج کي ان ڳالھ جو اندازو به نه هو ته هو اڪيلو انهن ڇولين سان ڳالهائي رهيو آهي. ڪجھ ئي دير ۾ تيزيءَ سان وڌندڙ هڪ ڇوليءَ کيس گهيري ورتو، جيڪا جارج کي سمنڊ ۾ اندر کڻي وئي. اوچتو جارج جي والدين کيس ٻڏندي ڏٺو ۽ مدد لاءِ زور سان رڙيون ڪرڻ لڳا ته ”بچايو! بچايو! منهنجو پٽ ٻڏي ويندو“. ”ڪير منهنجي جارج کي بچائي“.

اتي موجود هڪ بهادر همت واري تارُوءَ سمير پاڻيءَ ۾ ٽُٻي هڻي جارج کي ٻاهر ڪڍي ورتو. هوش اچڻ تي هُو پنهنجي جان بچڻ تي جارج سمير جا ٿورا مڃيا ۽ ادب سان چيائينس ته ”جيڪڏهن اڄ اوهان نه هجو ها ته شايد آءٌ بچي نه سگهان ها. مالڪِ حقيقيءَ اوهان کي منهنجي جان بچائڻ لاءِ موڪليو هو. آءٌ توهان جو انتهائي ٿورائتو آهيان“.

ٿوري دير ترسڻ کان پوءِ جارج والدين سان گڏ گهر ڏانهن وڃڻ لڳو.

پرپرو وڃڻ کانپوءِ هو واپس سمير وٽ آيو ۽ کيس چيائين "جيڪڏهن آءٌ توهان جي ڪنهن ڪم اچي سگهان ته مون کي حڪم فرمايو." سمير جارج کي چيو:

"پُٽ! مالڪِ حقيقيءَ کي ائين ڪرڻو هو ته آءٌ تنهنجي ڪم آيس. جيڪڏهن تون نيڪي ڪرڻ چاهين ٿو ته ڪنهن مصيبت ۾ اڙيل، مجبور شخص جي مدد ڪر ۽ ان جو سهارو بڻج. اها مدد تون انهيءَ ڪري ڪجانءِ ته تون ان جي پريشاني نٿو ڏسي سگهين ۽ مالڪِ حقيقيءَ توکي اها صلاحيت ڏني آهي ته ڪنهن به پريشان حال شخص کي خوشي ڏئي سگهين. اهي سڀ نيڪ ۽ سُٺا ڪم آهن، جيڪي اسان سڀني کي ڪرڻ گهرجن، ڇاڪاڻ ته اهوئي انسانيت جو سبق آهي ۽ اهوئي مالڪِ حقيقيءَ جو فرمان پڻ آهي".

نيٺ جارج، سمير سان هٿ ملائي اتان روانو ٿيو. سمير جا اهي جملا ٻڌڻ کان پوءِ جارج پنهنجي دل ۾ ان ڳالهه جو پڪو پهه ڪيو ته هو هميشه ماڻهن جي مدد ڪندو.

## سبق جو خلاصو

- اسان سڀئي مالڪِ حقيقيءَ جا ٻانها آهيون ۽ پاڻ ۾ انسانيت جي ناتي هڪ ٻئي سان جڙيل آهيون. انهيءَ ڪري هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ اسان جو پهريون فرض آهي.
- هر مذهب پنهنجي پوئلڳن کي ان ڳالهه جي تعليم ڏئي ٿو ته هو هڪ ٻئي جي مدد ڪن ۽ ڏک سُک ۾ هڪ ٻئي جي ڪم اچن.

# 4- ڀَلائي (نظم)

ڪرڻ آهِہ بهتر سڀ سان ڀلائِي،
سڀئي مال دنيا جا، هِت تون ڇڏيندين،
مِٽي مائٽي توکي جِتِ ڪم نہ ايندي،
ڀِڄاڙي چڱي جي ٿيڻ پنهنجي چاهين،
ڏني مِهرَ سان جي ڏٽيءَ توکي مايا،
بکين جون بُکون لاهہ، ڍءُ ڏيار تون ٿَنِ،
ڏِسين تون ڪٽي، جي واٽ تي انڌو ڪو،
جڏهن ڪو بہ توسان ڀلائي ڪري ٿو،
تڏهن پڻ ٻين کي خوشي چو نہ ٿيندي،
گُهرين جيئن ٿو توسان ڪري ڪو ڀلائي،
ڀلائي ڪندين تان ڀلو تنهنجو ٿيندو،

چڱي ڳالهہ اهڙي نہ ٻي آهِہ ڪائِي.
ادا! جڳ مان نيڪي رُڳي ساڻُ نيندين.
ڀَلائي اُتي تنهنجو آڌار ٿيندي.
تہ ڪر بيٺلائيءَ ۾ نيڪي سدائين.
تہ ڪر تن غريبن يتيمن تي ڇايا.
ڍڪائج اُگهاڙا تہ توکي دُعا ڪَنِ.
ادا، تون وجي اُن کي ڏيکار رستو.
تڏهن توکي آرام ڪيڏو اچي ٿو.
ڀلائي جي ساٿن ڪرڻ ۾ ڪا ايندي.
ڪرڻ گهرجي تيئن توکي ٻين سان چڱائي.
ڀلائيءَ جا ڀاڙا ڏٽي توکي ڏيندو.

محمد صديق ”مسافر“

## سبق جو خلاصو

- سماج ۾ هڪ ٻئي سان ڀَلائي ڪرڻ ڪري معاشرو ترقي ڪندو آهي.
- جهڙيءَ طرح انسان پاڻ کي خوش ڏسڻ چاهيندو آهي، اهڙيءَ طرح هو ٻين سان نيڪيءَ جو ورتاءُ ڪري. ائين ڪرڻ سان ڪيس دلي سڪون حاصل ٿيندو.

## 5- مالڪِ حقيقيءَ جو ڏپ ئي پرهيزگاريءَ جو مِعراج آهي

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه هڪ بزرگ استاد هو. وٽس تمام گهڻا شاگرد علم حاصل ڪرڻ ايندا هئا. سندن هڪ شاگرد احمد تمام هوشيار ۽ پرهيزگار هو. سندس دل ۾ ايمان پُختو هو ته مالڪِ حقيقي هر هنڌ اسان سيني سان گڏ آهي ۽ هو اسان کي ڏسي رهيو آهي. تنهنڪري اسان کي سندس نافرماني نه ڪرڻ گهرجي. انهن سببن جي ڪري سندس استاد جنيد بغدادي رحمة الله عليه مٿس خاص طور تي مهربان رهندو هو ۽ کيس پيائيندو هو.

اها ڳالهه باقي شاگردن کي نه وڻندي هئي. هڪ ڏينهن سيئي شاگرد پنهنجي استاد جنيد بغدادي رحمة الله عليه وٽ شڪايت ڪٽي آيا ته توهان احمد تي ايتريقدر مهربان ڇاڪاڻ آهيو؟ اهو به ته اسان وانگر شاگرد آهي. حضرت جنيد رحمة الله عليه جواب ڏنو ته ”منهنجو هيءُ شاگرد هوشيار، باادب ۽ ذهين آهي. آءٌ ڪنهن ڏينهن سندس امتحان وٺي، توهان جي تَسلّي ڪندس“.

ڪجهه ڏينهن گذرڻ کان پوءِ جنيد بغدادي رحمة الله عليه پنهنجن سيني شاگردن کي هڪ هڪ صوف ۽ ڇُري ڏئي چيو ته ”هن صوف کي اهڙي هنڌ وڍي اچو، جتي توهان کي ڪير به نه ڏسي“. هر شاگرد پنهنجي مرضيءَ سان صوف ڪنهن اهڙي هنڌ وڍي آيو، جتي ڪوبه ٻيو شخص موجود نه هو.

پر ذهين احمد پنهنجو صوف وڍڻ بنا واپس ڪٽي آيو. سيئي شاگرد احمد جي انهيءَ عمل تي حيران هئا ۽ دل ۾ سوچي رهيا هئا ته اڄ کيس ضرور سزا ملندي.

استاد احمد کان پڇيو: ”تون صوف ڇو نہ وڌي آئين“.

احمد جواب ڏنو: ”سائين! مون کي صوف وڍڻ لاءِ ڪا اهڙي جاءِ ئي نہ ملي، جتي ڪير بہ نہ هجي ڇو تہ مالڪِ حقيقي هر هنڌ موجود هو ۽ مون کي ڏسي رهيو هو، انهيءَ ڪري آءٌ صوف موٽائي ڪٽي آيو آهيان“.

اهو ٻڌي حضرت جنيد رحمة الله عليه، احمد کي ڀاڪر پاتو ۽ باقي شاگردن سان مخاطب ٿيندي چيائين: ”توهان سڀني ڏٺو تہ منهنجو شاگرد توهان سڀني کان وڌيڪ سمجهدار، هوشيار ۽ پرهيزگار آهي. کيس يقين آهي تہ مالڪِ حقيقي هر هنڌ موجود آهي. هو هر قسم جي برائين کان کيس پري رکي ٿو. انهيءَ ڪري ئي آءٌ کيس پيائيندو آهيان“

## سبق جو خلاصو

- مالڪِ حقيقي هر هنڌ موجود آهي ۽ هو اسان جي هر ڪم کان واقف آهي.
- مالڪِ حقيقيءَ جو احساس ئي اسان کي بُرن ڪمن کان روڪيندو آهي.

## 6- چاڪاڻ تہ منهنجو ٽيون نمبر آهي

جيسمن (Jasmine) پنهنجن دوستن ۽ ڪلاس جي ساٿين ۾ گهڻو مشهور هئي. هوءَ نہ صرف پڙهڻ ۾ اڳتي هئي، پر اسڪول ۾ منعقد ٿيندڙ سيني مقابلن ۽ سرگرمين ۾ اڳتي وڌي حصو وٺندي هئي. انهيءَ ڪري ڪيس راند جي ٽيم جو اڳواڻ بڻايو ويو هو.

هڪ ڀيري جيسمن پنهنجي بيماريءَ جي ڪري ڪجهہ ڏينهن ڪان اسڪول مان غير حاضر رهي تہ سندس ساهيڙين ان جي گهر وڃي ساڻس ملڻ جو پروگرام بڻايو. جڏهن هو جيسمن جي گهر پهتيون تہ جيسمن جي ماءُ سٺي طريقي سان سندن آجيان ڪئي. جيسمن سان ملڻ لاءِ، هو ان جي ڪمري ۾ آيون ۽ ڪائنس خيريت پڇيائون. پوءِ هنن اسڪول ۾ ٿيندڙ مقابلن بابت جيسمن کي آگاهہ ڪيو. ڪجهہ دير ڳالهين مان فارغ ٿي، هڪ ساهيڙيءَ جيسمن جي ڪمري ۾ لڪل ڦرهيءَ ڏانهن اشارو ڪيو، جنهن تي لکيل هو :

”منهنجو ٽيون نمبر آهي“.

**منهنجي زندگي جا مقصد**

1- مالڪِ حقيقي جي فرمانبرداري ڪرڻ.

2- گهروارن ۽ انسانيت جي خدمت ڪرڻ.

3- پنهنجا ذاتي مقصد پورا ڪرڻ.

سيني ساهڙين ان ڦرهيءَ کي غور سان ڏسڻ ڪان پوءِ جيسمن کان پڇيو تہ تون تہ پڙهائيءَ سان گڏوگڏ سيني مقابلن ۽ سرگرمين ۾ پهريون نمبر ايندي آهين پوءِ ان ڳالهہ جو ڇا مطلب آهي تہ ”تنهنجو ٽيون نمبر آهي؟“

جيسمين پنهنجي ساهيڙين کي پنهنجي زندگيءَ جي ان اهم راز بابت ٻڌايو هن پنهنجي گهر جي وڏڙن ڪان اهو اهم سبق سکيو آهي. هن ٻڌايو تہ منهنجي زندگيءَ جا هي مقصد آهن:

1- منهنجي زندگيءَ جو پهريون مقصد مالڪِ حقيقيءَ جي حڪم مطابق زندگي گذارڻ آهي، ڇو تہ هو اسان سيني جو مالڪ آهي.

2- ٻيو مقصد والدين، گھر وارن ۽ انسانيت جي خدمت ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ تہ مالڪِ حقيقيءَ کي اهي ئي ماڻهو پسند آهن، جيڪي سندس مخلوق سان پيار ڪندا ۽ ان جي ڪم ايندا آهن.

3- ٽيون ۽ آخري مقصد پنهنجا ذاتي مقصد پورا ڪرڻ آهي.

جيسمين پنهنجي ساهڙين کي پنهنجي زندگيءَ جي ان اهم راز بابت ٻڌايو تہ هن پنهنجي گھر جي وڏڙن کان اهو اهم سبق سکيو آهي. هن ٻڌايو تہ منهنجي زندگيءَ جا اهي مقصد آهن.

جيسمين ڳالھ کي اڳتي وڌائيندي چيو تہ انهيءَ ڪري ئي مون هن ڦرهيءَ تي اها يادداشت لکي ڇڏي آهي تہ اڳ ۾ مالڪِ حقيقيءَ جي حقن جي ادائگي، پوءِ مخلوق يعني گھر وارن، والدين ۽ ٻين انسانن جي حقن جي ادائگي ۽ آخر ۾ پنهنجي باري ۾ سوچيندس.

جيسمين جي انهيءَ ڳالھ کي سندس سيني ساهيڙين ساراهيو ۽ ڪين چيائون تہ زندگيءَ ۾ توکي پنهنجو مقصد ملي چڪو آهي ۽ اهائي سوچ توکي اڳتي وڌڻ ۾ همت ۽ رهنمائي عطا ڪري ٿي.

## سبق جو خلاصو

- سٺن ماڻهن، سٺين عادتن ۽ سٺين ڳالهين کي سيئي ماڻهو پسند ڪندا آهن.
- ٻين جي مدد ڪرڻ، ٻين جو خيال رکڻ اسان کي انسانيت جي اعلىٰ درجي يعني اشرف المخلوقات جي درجي تائين پهچائي ٿو. اهي خاصيتون انسان کي حيوان کان جدا ڪن ٿيون ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي ويجهو آڻين ٿيون.

# 7- ڏيئو (نظم)

ڪَڪائن گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،
لٽي سج عِيان پنهنجو جوين ڪرين ٿو،
مزدورن ۽ ڪڙمين سان همڪارُ آهين،
سڙي تون ٻين کي ڏئين ٿو سُهائِي،
پري کان منجهيل جِي ڪرين رهنمائِي،
سچو دوست دشمنَ تي دلسوز آهين،
هوا ساڻ سرلاٽ جو تو جُهڪائين،
حياتيءَ جو مقصد سچو تو ٻُڌائين،
جَلي جي ٻين کي سُهائو ڏين ٿا،

غريبن جي جُهُوپڙن کي گُلشن ڪرين ٿو.
سحر تائين هر جاءِ نشيمن ڪرين ٿو.
فقيرن جي مجلس جو سينگارُ آهين.
رکيل تو ۾ ڪيڏي نہ آهي چڱائِي.
ڏيئا تو ۾ آهي سراسر سَچائي.
سچائيءَ سان سڀ جو سڀ افروز آهين.
تو نِوڙت ڪندي پنهنجي جيوتَ بچائين.
ٻين لاءِ پنهنجو تو تَنُ مَنُ جَلائين.
لڪين گهور تن تان پتنگا تين ٿا.

ليکراج ڪشنچند عزيز

## سبق جو خلاصو

- مالڪِ حقيقيءَ کي اهي ئي ماڻهو پسند آهن، جيڪي سندس مخلوق جي مدد ڪندا آهن.
- پنهنجي خواهشن کي ختم ڪري، ٻين جي مدد ڪرڻ سان نيڪي پکڙجندي ۽ سماج ۾ ترقي ٿيندي.
- نيڪ عادتون اپنائيندڙ ۽ سٺا ڪم ڪندڙن سان ماڻهو بہ محبت ڪندا آهن.

## 8- سچي عبادت: ٻين جي ڪم اچڻ

سنت ايڪنات ڪيڏانهن وڃي رهيو هو تہ هن رستي ۾ هڪ ننڍي ٻار کي اڪيلو ڏٺو، جيڪو پنهنجي ماءُ کي ڳولهي رهيو هو ۽ ڪيس سڏي رهيو هو. هيءُ ٻار جي ويجهو آيو ۽ ڪيس دلاسو ڏيندي چيائين تہ”پُٽ! هلو تہ ٻئي توهان جي ماءُ کي ڳولهيون ٿا“. اهو ٻُڌي ٻار ڪجهہ دير لاءِ خاموش ٿيو.

رستي ويندي سنت ايڪنات کي سندس هڪ شاگرد مليو ۽ چيائينس: ”سنت ايڪنات! توهان هن ٻار کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيا آهيو؟ ڇا توهان هن کي سڃاڻو ٿا؟ ائين پيو لڳي تہ هيءُ ٻار ڪنهن غريب جو آهي ۽ پنهنجي پيءُ ماءُ کان وڇڙي ويو آهي“.

سنت ايڪنات جواب ڏنو: ”توهان نيڪ پيا چئو. پر آءٌ ان ٻار جي ماءُ کي ڳولڻ چاهيان ٿو تہ جيئن هيءُ ٻار خوش ٿئي ۽ روئڻ بند ڪري“.

سندس شاگرد چيو: ”سنت ايڪنات! توهان هن ٻار لاءِ چو پنهنجو قيمتي وقت ضائع پيا ڪريو. توهان کي خبر آهي تہ مندر ۾ پوڄاپاٺ جو وقت ٿي ويو آهي ۽ سيئي توهان جو انتظار ڪري رهيا هوندا“.

سنت ايڪنات پنهنجي شاگرد کي جواب ڏيندي چيو:

> ”جڏهن مون هن ٻار کي پنهنجي ماءُ لاءِ روئيندي ڏٺو تہ منهنجي دل نرم ٿي پئي. مون هن ٻار جي اندر موجود مالڪِ حقيقيءَ جو نور ڏٺو. انوقت منهنجي دل مون کي چيو تہ هن ٻار جي مدد ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ان جي اندر بہ اهوئي مالڪِ حقيقيءَ جو نور آهي، جيڪو منهنجي اندر آهي. انهيءَ ڪري جيستائين آءٌ ان ٻار کي سندس ماءُ جي حوالي نہ ڪندس، عبادت ۾ نہ ويهندس. شايد ان ٻار جي خوشي ئي منهنجي لاءِ اصل عبادت آهي“.

تئي ڄڻا ٻار جي ماءُ کي ڳوليندي اڳتي وڌيا ۽ ڪجهہ وقت کان پوءِ کين ٻار جي ماءُ ملي وئي، جنهن جلدي وڃي پنهنجي ٻار کي کنيو ۽ ڪيس پيار ڪرڻ لڳي. ٻار جي ماءُ سنت ايڪنات جو ٿورو مڃيو. سنت ايڪنات ڪيس چيو:

”مون کي ائين پئي محسوس ٿيو تہ مالڪِ حقيقي مون سان ڳالهائي رهيو هو ۽ مونکي چئي رهيو هو تہ اي ٻانها! آءٌ تنهنجي رحمدليءَ جي جذبي کان خوش ٿيو آهيان ۽ تنهنجي عبادت قبول ڪريان ٿو. اڄ يقينًا تو ٻار جي مدد ڪئي آهي، ڇڻ تہ انسانيت جي مدد ڪئي آهي ۽ تنهنجي دل ۾ اصلي سڪون ۽ خوشي آهي“.

ماءُ اهي لفظ ٻڌي هڪ ڀيرو ٻيهر هن جا ٽورا مڃيا ۽ پنهنجي ٻار کي وني، اڳتي هلي وئي.

## سبق جو خلاصو

- انسانيت جي خدمت ۽ مدد ڪرڻ سان مالڪِ حقيقي گهڻو خوش ٿيندو آهي.
- سٺا ڪمَ سدائين ٻانهن جا درجا بلند ڪرڻ ۾ ڏاڍڪڻ جو ڪم ڏيندا آهن.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) توهان جي خيال ۾ مالڪِ حقيقي ڪهڙن ماڻهن کي پسند ڪري ٿو؟

(2) سبق ”ڀلائي“ مطابق ماڻهو هن دنيا مان ڇا کڻي ويندو؟

(3) مرڪون پکيڙڻ ڇو ضروري آهن؟

(4) احمد صوف وڍي ڇو نہ کڻي آيو؟

(5) مالڪِ حقيقيءَ جو احساس ڪهڙيءَ طرح اسان کي برائين کان روڪي ٿو؟

(6) سنت ايڪناٿ ٻار جي اندر ڇا ڏٺو؟

### 2- هيٺين سوالن جا تفصيلي جوابَ لکو:

(1) نظم ”ڀَلائي“ کي مضمون جي صورت ۾ تفصيلي طور بيان ڪريو.

(2) نظم ”ڏيئو“ ۾ شاعر ڪهڙن پيغامن جي نشاندهي ڪئي آهي؟

(3) مصيبت ۾ ٻين جي مدد چو ڪرڻ گهرجي؟ مثالن سان سمجهايو.

3- ”چاڪاڻ تہ منهنجو ٽيون نمبر آهي“ جي عنوان سان ملندڙ جلندڙ ڪو نظم يا مضمون لکو.

4- حقوق الله ۽ حقوق العباد بابت هڪ تفصيلي نوٽ لکو.

5- ”ٻين جي ڪم اچڻ“ هن عنوان ڪي ڪارڊ تي لکو ۽ ٻڌايو تہ توهان روزمره جي زندگيءَ ۾ ماڻهن جي مدد ڪيئن ڪندا آهيو؟ مثالن ۽ تصويرن سان واضح ڪريو

6- هڪ مقالو تيار ڪريو تہ شاگرد جي حيثيت سان توهان ٻين شاگردن جي ڪيئن مدد ڪري سگهو ٿا؟

7- ڳالهہ ٻولهہ جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪريو:

- هميشہ ٻين جي مدد ۾ اڳرائي ڪرڻ گهرجي.
- هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ جي ڪري اسان مالڪِ حقيقيءَ کي خوش ڪري سگهون ٿا.

8- جَلي جي ٻين کي سُهائو ڏين ٿا،
لکين گهور تن تان پتنگا تين ٿا.

مٿئين شعر جي روشنيءَ ۾ ڪلاس ۾ تقريري مقابلو منعقد ڪريو.

9- هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثر ٿيا هجو:

(1) ___________________________

(2) ___________________________

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي پنهنجي زندگيءَ ۾ ٻين جي مدد ڪرڻ ۽ نيڪين ۾ اڳرائيءَ ڪرڻ متعلق ڪو واقعو يا تجربو ڪلاس آڏو پيش ڪن.

| نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| تقويٰ | پرهيزگاري | گُلشن | باغ |
| پالوت | گهڻائي، ڪثرت | جوين | جواني، شباب |
| نيَڻ | ڪٽي وجهڻ، ڍوئڻ | نَشيمن | آرامگاهه |
| مِهرَ | مهرباني، ڪَهل، ٻاجهه | عِيان | ظاهر، پڌرو، چِٽو |
| مايا | ڌَنُ، دولت، ملڪيت، پئسو | سُهائِي | سهارو، روشني |
| ڇايا | ڇانوَ | دلسوز | دل ساڙيندڙ |
| مِعراج | بُلندي، عُروج، اعلىٰ رتبو | افروز | روشن ڪندڙ |

باب ڇهون

# ايمانداري

## 1- تعارف

نيڪ ۽ سُٺن عملن مان هڪ عمل "ايمانداري" به آهي. ايمانداريءَ مان مراد پنهنجي پنهنجي ذميدارين کي سهڻي نموني ۽ سچائيءَ سان سرانجام ڏيڻ آهي. ان جو مطلب اهو به آهي ته پنهنجين ذميدارين کي نڀائيندي ڪنهن به بدلي يا تعريف جي نيت کان سواءِ پنهنجو ڪم ڪجي. ايمانداري هڪ اهڙي خوبي آهي، جيڪا هميشه انسان کي سماج ۾ اهم ۽ بلند مقام تائين رسائي ٿي. ايماندار ۽ سچو ٻڻجڻ ۽ سچائيءَ سان پنهنجا فرض سرانجام ڏيڻ سان اسان ڪامياب ٿي سگهنداسين.

## 2- ايمانداريءَ جي اهميت

هر سماج ۾ سٺي ڪردار جي جوڙجڪ لاءِ رسمي ۽ غير رسمي طريقن سان ماڻهن کي ايمانداري جي تربيت ڏني ويندي آهي. ڪڏهن ڪو ملازم سچائي ۽ ايمانداري سان پنهنجي ڪمپني ۽ اداري جي ترقي ۽ ناماچاري وڌائڻ جو سبب ٻڻجندو آهي ته ڪيس ان جو ڪمپني يا اداري طرفان انعام ملندو آهي ۽ ڪيس مَجتا ۾ وڏي عهدي تي به فائز ڪيو ويندو آهي. ساڳي نموني جيڪو انسان هن دنيا ۾ خدا جا احڪام ايمانداريءَ سان پورا ڪندو ان کي آخرت وارا انعام ۽ مرتبا ضرور نصيب ٿيندا جيڪي يقيناً دنياوي مرتبن ۽ انعامن کان بهتر آهن. پر جيڪو ماڻهو پنهنجي ذميداري يا ملازمت چڱي ريت نه ٿو نڀائي وقت جي پابندي نٿو ڪري يا ڪم چوري ڪري ٿو، واپار ۽ تجارت ۾ ماڻهن سان ڪوڙ، ٺڳي ۽ بي ايماني ڪري ٿو سو نه صرف دنيا بلڪ آخرت ۾ به نقصان پرائيندو. تنهنڪري سڀئي انسان انهن مثالن مان سبق سکندي، انهن تي عمل ڪري بهتر

ڪان بهتر انسان بڻجڻ جي ڪوشش ڪن، جنهن جي هدايت هر مذهب ڪئي آهي.
ان ڪان سواءِ اهڙن انسانن ڪان مالڪِ حقيقي بہ خوش ٿئي ٿو ۽ هڪ بهتر سماج پڻ وجود ۾ اچي ٿو.

هيٺ انهيءَ موضوع بابت مقدس ڪتابن مان حوالا پيش ڪري رهيا آهيون، جن جي ڪري توهانجي علم ۽ ڄاڻ ۾ واڌارو ٿيندو.

”تور ۽ ماپ ۾ گهٽ ڪري ڏيندڙن لاءِ ويل آهي. جيڪي جڏهن (پاڻ ۾) ماڻهن ڪان مَئي وٺندا آهن تڏهن بلڪل پورو ڪري وٺندا آهن. ۽ جڏهن اُنهن کي مَئي ڏيندا آهن يا ڪين توري ڏيندا آهن (تڏهن) گهٽائي ڏيندا آهن. اهي يقين نہ ٿا ڪن ڇا تہ ڪين (ضرور) اُٿاربو. اُنهيءَ وڏي ڏينهن لاءِ. جنهن ڏينهن ماڻهو جهانن جي پالڻهار اڳيان ٿي بيهندا“.

(القرآن: سورة المطففين: 1- 6)

”اهو هر هڪ کي پنهنجن ڪمن جي مطابق بدلو ڏيندو. جيڪي نيڪ ڪمن ۾ ثابت قدم رهي، جلال ۽ عزت ۽ بقا جا گهرجائو هوندا آهن، انهن کي هميشہ جي زندگي ڏيندو“.

(روميون: 6-2/7)

## سبق جو خلاصو

- ايمانداري هڪ اهڙي خوبي آهي، جيڪا انسان کي سماج ۾ اهم ۽ بلند درجو عطا ڪري ٿي.
- ايمانداريءَ مان مراد پنهنجن پنهنجن ڪمن کي سٺي نموني پورو ڪرڻ، پنهنجي ذميداريءَ جو احساس ڪندي، ان کي صحيح نموني سرانجام ڏيڻ آهي.
- ايمانداريءَ جو مطلب انفرادي طور تي پنهنجو ڪم صحيح طور تي ڪرڻ، بين سان ايمانداريءَ سان پيش اچڻ ۽ سماج ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ آهي.

## 3- مني آرڊر جي واپسي (گهر ۾ ايمانداري اپنائڻ)

ڪالهه آچر جو ڏينهن هو. موڪل واري ڏينهن گهر جا سڀئي ڀاتي صبح ڇهين بجي اٿڻ بدران نائين وڳي اٿيا ۽ ناشتي جي ميز تي گڏ ٿيا. ناشتي دوران بابا مون کان پڇيو: ”روئيل! تنهنجي پڙهائي ۽ اخلاقيات جو پيرڊ ڪيئن پيا هلن“؟ مون کيس ٻڌايو ته ”بابا! ڏاڍا دلچسپ آهن. ڪلاس ۾ اخلاقيات جي پيرڊ ۾ اسان خاص طور تي گهڻن مثالن ۽ مضمونن تي بحث مباحثو ڪندا آهيون. سڀئي شاگرد ان ۾ شريڪ هوندا آهيون ۽ استاديائڻي صاحبہ سوال پڇڻ ۽ معلومات ڏيڻ ۾ اسان جي مدد ڪندي آهي ۽ همٿائيندي آهي“. بابا مُرڪي چيو: ”تمام سنو!“. سڀئي ڀاتي ناشتو ڪرڻ ۾ مصروف ٿياسين. ناشتي کان پوءِ چاچا گاڏيءَ جي مرمت ڪرائڻ هليو ويو. بابا ۽ امان ٻئي گڏجي گهر جي شين کي ترتيب ڏيڻ ۾ مصروف ٿيا ۽ آءٌ پنهنجي ڀيڻ فارينا سان کيڏڻ لاءِ اڱڻ ۾ هليو آيس.

ڪجهه دير کان پوءِ در تي کڙڪي جو آواز ٿيو. جيئن ته اسان کي بابا ۽ امان هدايت ڪئي هئي ته ٻارَ دروازو نہ کولين. انهيءَ ڪري فارينا امان کي سڏڻ لاءِ اندر وئي ۽ امان اچي دروازو کوليو. ٻاهر ڏنائين ته هڪ ٽپالي پنهنجي هٿن ۾ لفافو کنيون بيٺو هو. هن امان کي اهو لفافو ڏنو ۽ صحيح ڪرڻ لاءِ چيو. انهيءَ وقت امان، بابا کي سڏ ڪيو.

بابا ٻاهر آيو ۽ لفافي کي غور سان ڏنائين، جنهن ۾ سندس گهر جي ايڊريس تي مني آرڊر هو. امان، بابا کان پڇيو ته هي پئسا ڪنهن موڪليا آهن؟ بابا لفافي کي ٻنهي طرفن کان ڏسندي چيو ته هن مني آرڊر تي اسان جي گهر جو پتو ۽ ٽيليفون نمبر ته صحيح لکيل آهن، پر اسان مان ڪنهن جو نالو لکيل ناهي ۽ نہ ئي موڪليندڙ جو نالو يا پتو موجود آهي. ايتري ۾ چاچا بہ واپس آيو. بابا چاچا کان پڇڻ کان پوءِ اهو لفافو ٽپاليءَ کي واپس ڪندي چيائين:

> ”ادا ! هيءُ لفافو واپس ڪٽي وڃ ۽ پوسٽ آفيس مان موڪليندڙ جي تصديق ڪراءِ، ڇاڪاڻ ته هن تي اسان جو نالو ته ناهي لکيل. انهيءَ ڪري اسان اهو نٿا رکي سگهون، ڪهڙي خبر ته هيءُ لفافو

اسان کان اڳ هن گهر ۾ رهندڙن مان ڪنهن جو هجي. يا هي ڪنهن ضرورتمند لاءِ هجي. انهيءَ ڪري مهرباني ڪري ان جي تصديق ڪري، حقدار تائين پهچاءِ“.

سيئي گهر وارا اها صورتحال ڏسي رهيا هئا. آءٌ ۽ فارينا پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين ته جڏهن لفافي تي اسان جي گهر جو پتو ۽ فون نمبر لکيل آهي ته پئسا به اسان کي ملڻ گهرجن. اسان بابا کان پڇيوسين ته توهان اهي پئسا ڇاڪاڻ واپس ڪيا؟ بابا اسان کي سمجهائيندي چيو:

”پُٽ! هن لفافي تي اسان جو نالو نه لکيل هو ۽ نه ئي موڪليندڙ جو نالو هو. انهيءَ ڪري اهي پئسا اسان پاڻ وٽ نه پئي رکي سگهياسين. اها هڪ قسم جي امانت ۾ خيانت آهي. اصل ۾ ائين ڪرڻ ڪوڙ ۽ چوري ڪرڻ جي برابر ٿيندو. ٿي سگهي ٿو ته اهي ڪنهن ضرورتمند جا پئسا هجن ۽ جيڪڏهن ان کي خبر پوندي ته منهنجا پئسا ڪنهن ٻئي استعمال ڪيا آهن ته ڪيس تڪليف ٿيندي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن اسان پنهنجا ڪمايل پئسا يا ګڏ ڪيل پئسا خرچ ڪنداسين ۽ ايمانداريءَ کي اپنائينداسين ته نه رڳو مالڪِ حقيقي خوش ٿيندو، پر اسان به مطمئن رهنداسين ته اسان ڪنهن ضرورتمند جا پئسا استعمال ناهن ڪيا. اڄ جي دور ۾ ان ڳالهه کي سمجهي، ان تي عمل ڪرڻ تمام گهڻو ضروري آهي“.

روئيل ۽ فارينا بابا سان وعدو ڪيو ته هو هميشه سچائي ۽ ايمانداري اپنائيندا، ڇاڪاڻ ته ڪنهن ٻئي جو حق ڦٻائڻ گناهه آهي ۽ انسانيت جي اصولن جي خلاف آهي.

## سبق جو خلاصو

- خيانت اڻ وڻندڙ ڪم آهي، جنهن کان بچڻ گهرجي.
- گهر جي سيني ڀاتين کي ايمانداري اپنائڻ لاءِ هڪ ٻئي کي همٿائڻ گهرجي.

## 4- ضمير جو آواز (اسڪول ۾ ايمانداري اپنائڻ)

ڪرسٽل ستين ڪلاس ۾ پڙهندي هئي. هوءَ پنهنجين ساهڙين مان خوش هئي، ڇاڪاڻ ته اسڪول جا سيئي شاگرد نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺي رهيا هئا. اسڪول جي اسيمبليءَ ۾ سرگرمين بابت مقابلي جو اعلان ٿيو، جنهن ۾ ستين ڪلاس جي لاءِ "تقريري مقابلو" چونڊيو ويو. استاديائڻي صاحبہ ٻڌايو ته ستين ڪلاس جي 4 سيڪشنز (sections) مان هڪ هڪ فائنل شاگرد يا شاگردياڻي چونڊي ويندي ۽ ائين اڳئين مرحلي ۾ چئن شاگردن ۽ شاگردياڻين مان ڪوبہ هڪ پهرئين نمبر تي پهچندو.

تقريري مقابلي جو موضوع ملندي ئي سيئي شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي پنهنجي طور تي تقريرون لکڻ شروع ٿي ويا. جيئن ته ايندڙ هفتي مقابلو هو، انهيءَ ڪري ڪرسٽل بہ پنهنجن گهر ڀاتين سان صلاح مشورو ڪري ڪجهہ اهم نُڪتا پنهنجي تقرير ۾ شامل ڪيا. ان سان گڏ تقرير ڪرڻ لاءِ لفظن جي ادائگي، آواز ڪي تيز ۽ جَهڪو ڪرڻ، شعر جي ادائگي تي خاص ڌيان ڏنو. ڪرسٽل جي گهروارن جي دلي خواهش هئي ته هوءَ تقريري مقابلي ۾ فائنل تائين ضرور پهچي ۽ پاڻ ڪرسٽل بہ پهريون نمبر حاصل ڪرڻ جي خواهشمند هئي.

نيٺ تقريري مقابلو شروع ٿيو. ڪلاس جي هر سيڪشن لاءِ ٻہ ٻہ ججَ هئا. مقابلي ۾ حصو وٺندڙ شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو. هر شاگرد کي ٽن کان پنجن منٽن تائين پنهنجا خيال پيش ڪرڻ جو موقعو مليو. تقريرن مڪمل ٿيڻ کان پوءِ سيئي نتيجن جو انتظار ڪري رهيا هئا. اٽڪل اڌ ڪلاڪ کان پوءِ نتيجو ٻڌايو ويو ۽ هر سيڪشن مان ڪٽيندڙ شاگردن ۾ ڪرسٽل جو نالو پڻ هو.

سيني ٻارن جون نظرون انهن چئن فائنل شاگردن ۽ شاگردياڻين تي هيون، جن کي پنهنجي ڪلاس جي نمائندگي ڪندي اڳئين مرحلي ۾ بهتر طريقي سان مقابلي ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. ڪرسٽل جي استادياڻي صاحبہ پڻ چاهي پئي تہ هوءَ ستين ڪلاس جي سيڪشنز (sections) ۾ پهريون نمبر اچي. انهيءَ ڪري هوءَ ڪرسٽل کي اڃا بہ وڌيڪ تياري ڪرائڻ لڳي. چئن ٻارن کي اسڪول جي وقتن کان پوءِ تياريءَ لاءِ ويهاريو ويو تہ جيئن انهن جي تياري سٺي ٿئي ۽ سندن تقرير ۾ غلطيءَ جا امڪان گهٽ هجن.

اڳئين هفتي فائنل مقابلو هو. هن ڀيري تقرير ڪرڻ سان گڏوگڏ هر ٻار کي پنهنجي تقرير جو لکيل مسودو (script) بہ جمع ڪرائڻو هو، انهيءَ ڪري ان کي بہ عمده طريقي سان تيار ڪرڻو هو.

تقريري مقابلو شروع ٿيو. مقابلي ۾ شامل شاگرد ۽ شاگردياڻيون جوش ۽ جذبي سان پنهنجا پنهنجا دليل ڏئي، ڀرپور داد حاصل ڪري رهيا هئا. هال ٻارن ۽ سندن والدين سان ڀريل هو ۽ اهي هر وڻندڙ جملي، مثال ۽ شعر تي تاڙيون وڄائي انهن کي همٿائي رهيا هئا. ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ مقابلي جي نتيجي جو اعلان ٿيو تہ ڪرسٽل پنهنجو نالو ٻڌي حيران ٿي. هال ۾ موجود هر شخص کي يقين هو تہ ڪرسٽل ئي پهريون نمبر کڻندي تنهنڪري اهي کيس مبارڪون ڏيڻ لڳا.

جڏهن هيڊ ماستر صاحب ڪرسٽل کي ٽرافي ڏيڻ ۽ سَنَدَ پيش ڪرڻ لاءِ اسٽيج تي گهرايو تہ هن ڊائيس تي ڪجهہ ڳالهائڻ جو عرض ڪيو. ڊائيس تي ايندي ئي ڪرسٽل جيڪي لفظ ادا ڪيا، انهن سان هال ۾ موجود سيئي حيران ٿيا ۽ هر طرف خاموشي پکڙجي وئي. ڪرسٽل چيو:

”حاضرينِ محفل! توهان سيني جي مهرباني، جن منهنجي محنت کي ساراهيو ۽ پهريون نمبر اچڻ تي مون کي انعام ۽ سَنَدَ لاءِ چونڊيو پر انعام وٺڻ کان اڳ آءٌ هڪ ڳالهہ جو اعتراف ڪرڻ چاهيندس تہ تياريءَ جي دوران منهنجي نظر پنهنجي ساٿيءَ جي مسودي تي پئي هئي. نہ چاهيندي بہ مون ان جو اڌ صفحو پڙهيو. توڙي جو مون اصل مسودي ۾ ڪابہ تبديلي نہ ڪئي، پر مون کان اها غلطي ٿي وئي، جنهن لاءِ آءٌ سزا جي حقدار آهيان .“

هيڊ ماستر ميڙاڪي جي خاموشي ڪي ختم ڪندي، ڊائيس تي آيو ۽ چيائين: ”ڪرسٽل ڪي شاباس هجي، جو هيڏي وڏي ميڙ جي سامهون پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪيائين. اهو وڏي بهادريءَ جو ڪم آهي. يقيني طور تي سندس دل، روح ۽ ضمير پاڪ ۽ صاف آهن تنهنڪري ڪيس ساڳئي اعزاز جو حقدار قرار ڏجي ٿو“.

هيڊ ماستر صاحب محفل ۾ ڪيس ٽرافي ۽ سَنَدَ ڏني ۽ سيني ٻارن ڪي مخاطب ٿيندي چيائين: ”منهنجا پيارا ٻارؤ! آءٌ چاهيان ٿو تہ توهان ڪرسٽل وانگر پنهنجي ضمير جي آواز ڪي ٻڌو تہ جيئن توهان غلط ڪمن کان بچي سگهو ۽ هڪ غلطي ڪرڻ کانپوءِ زندگيءَ ۾ ٻيهر ان ڪي نہ وجايو“.

## سبق جو خلاصو

- هر شاگرد ۽ شاگردياڻيءَ ڪي گهر سان گڏوگڏ اسڪول ۾ ٻين هنڌن تي بہ ايمانداري اپنائڻ گهرجي.
- ايمانداريءَ جي ڪري سڻي ۽ اطمينان واري زندگي گذاري سگهجي ٿي.

# 5- ننڍي جهرڪيءَ جي وڏي جاکوڙ

## (سماجي زندگيءَ ۾ ايمانداري اپنائڻ)

سماج ۾ ايمانداريءَ جو مطلب هي آهي تہ هر شخص کي پنهنجي حقن ۽ فرضن جي بهترين آگاهي ۽ سمجهہ سان گڏوگڏ مثبت طريقي سان عملي طور اظهار ڪرڻ جي آزادي پڻ هجي. ڪنهن بہ سماج ۾ جيڪڏهن سيئي شخص پنهنجي پنهنجي فرضن کي صحيح طور تي ادا ڪن تہ اهو سماج دنيا ۾ مثالي سماج بڻبو.

هاڻي سوال پيدا ٿئي ٿو تہ ڪنهن بہ فرد جي پنهنجين ذميدارين جي پوري ڪرڻ سان پورو سماج ڪهڙيءَ ريت مثالي سماج بڻجي سگهي ٿو. هن ڳالهہ کي هڪ مثال جي مدد سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

هڪ جهنگ ۾ هر قسم جا جانور ۽ پکي گڏجي رهندا هئا، جيڪي بنا ڊپ جي پنهنجي پنهنجي هنڌ سڪون سان زندگي گذاريندا هئا. صبح جو سوير اٿي خوراڪ جي تلاش ۾ نڪري ويندا هئا ۽ شام جو سج لهڻ کان اڳ پنهنجي پنهنجي جاين ڏانهن موٽي ايندا هئا. سندن زندگيءَ گذارڻ جو طريقو ڪجهہ وقت تائين ائين ئي هلندو پئي آيو.

هڪ ڏينهن سخت گرمين جي موسم ۾ باهہ جي هڪ چڻنگ ڪنهن وڻ تي اچي پئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي چوڌاري وڻن کي پنهنجي وڪڙ ۾ وڪوڙڻ شروع ڪيائين. سيئي جانور ۽ پکي ان باهہ جي ڪري پريشان ٿيا ۽ خوف جي حالت ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. پکين ۽ جانورن جي ان گوڙ جي ڪري پر واري جهنگ جا جانور بہ اتي اچي پهتا. خوف جي اها حالت ڏسي، سيئي جانور ٻئي جهنگ ڏانهن وڃڻ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. جيئن تہ باهہ تمام

تيز ٿي چڪي هئي، انهيءَ ڪري انهن جي گهرن بچڻ جي ڪابہ اميد نہ هئي.

ايتري ۾ پکين جي چرڙاٽ جو آواز ٻُڌڻ ۾ آيو. اهي سيئي هڪ ننڍي جهرڪيءَ کي بچائڻ پيا چاهين. هوءَ هر هر پرواري ڊِنڊ مان پنهنجي چهنب ۾ پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو پري، باهہ تي هاري رهي هئي تہ جيئن اها باهہ وسامي پوي.

سيئي جانور ۽ پکي ان جهرڪيءَ کي ائين ڪرڻ کان روڪي رهيا هئا، پر جهرڪيءَ انهن ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهي. جڏهن سيني پکين گڏجي جهرڪيءَ جي چوڌاري گهيرو ڪيو ۽ ان کان پڇيو تہ تون ايتري محنت ۽ تڪليف ڇو پيئي ڪرين؟ تڏهن جهرڪيءَ اداس لهجي ۾ چيو:

”مون کي خبر ناهي تہ هيءَ باهہ ڪيئن ۽ ڪڏهن وسامندي، پر آءٌ پنهنجي حيثيت مطابق ان کي روڪڻ ۽ وسائڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهيان. جيستائين مون ۾ جان باقي آهي، ان ڪم ۾ مصروف رهنديس. جڏهن بہ هن جهنگ جي تاريخ لکي ويندي تہ گهٽ ۾ گهٽ منهنجو نالو باهہ وسائڻ جي ڪوشش ڪندڙن ۾ ضرور هوندو، جن ايمانداريءَ سان پنهنجو فرض ادا ڪيو. مون کي پنهنجي هن ڪم تي ڪوبہ پڇتاءُ ناهي“.

پيارا ٻارؤ! اسان کي بہ ان جهرڪيءَ وانگر پنهنجي چوڌاري جي ماحول کي بهتر بنائڻ ۾ هر طرح مثبت ۽ عملي ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن هر شخص پنهنجو ڪردار صحيح طور تي ادا ڪندو تہ يقيني طور تي اسين مسئلن سان منهن ڏئي سگهنداسين. اهڙا سماج سدائين اُسريل هوندا آهن، جن ۾ رهندڙ سيئي شخص پنهنجا پنهنجا ڪم ايمانداري ۽ سچائيءَ سان ادا ڪندا آهن.

## سبق جو خلاصو

- گهرن ۾ ايمانداريءَ جو بهترين مظاهرو هڪ مثالي سماج جوڙي ٿو.
- سماج کي بهتر بنائڻ ۾ هر شخص توڙي اهو وڏو هجي يا ننڍو، پوڙهو هجي يا جوان، عورت هجي يا مرد، سيني جي برابريءَ واري ذميداري آهي.

# 6- ايمانداري ۽ ڪشاده دلي

اسان بابر جو نالو تہ ضرور ٻڌو آهي، پر اسان مان تمام گهٽ ماڻهو سندس والد عمر شيخ بابت ڄاڻندا هوندا، جيڪو پنهنجي وقت جو انصاف پسند، بهادر ۽ دٻدٻي وارو بادشاهہ ٿي گذريو آهي. عمر شيخ بابت اهو مشهور آهي تہ هو پنهنجي زبان جو پڪو ۽ فيصلن ۽ ارادن جو اَٽل هو. وڏي کان وڏي تڪليف جي وقت بہ هو پنهنجن فيصلن ۽ اصولن تي قائم رهندو هو.

هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن شاهي خزاني ۾ لڳاتار کوٽ ٿي رهي هئي. درٻار جا سيئي امير توڙي وزير ان حقيقت کان واقف هئا، پر ڪين سڌاري جي ڪا واٽ نظر نہ پئي اچي. انهن ڏينهن ۾ چين جي مسافرن جو هڪ قافلو، واپار سانگي سمرقند جي سرحد وٽان لنگهي رهيو هو تہ اوچتو ويجهي جبل وٽان هڪ خطرناڪ طوفان مٿن اچي پهتو. جيئن تہ مسافر اڳ ۾ ئي سفر جي تڪليف جي ڪري ٿَڪل هئا، انهيءَ ڪري وڏي طوفان کان بچاءَ لاءِ تيار نہ هئا. ويتر مصيبت اها هئي جو سرحدي علائقو برپٽ ميدان هو. اتي ڪا بہ مدد نہ پئي پهچي سگهي. نيٺ سيئي مسافر ان طوفان ۾ هلاڪ ٿي ويا ۽ سندن سمورو سامان برپٽ ميدان ۾ ٽڙي پکڙجي ويو.

عمر شيخ کي شاهي نوڪرن طرفان ان ڳالهہ جي خبر پئي تہ کيس ڏاڍو ڏک پهتو تہ سمورو قافلو موت جي ور چڙهي ويو. شاهي نوڪرن عمر شيخ کان موڪل گهري تہ هو سڀ سرحدي علائقن ۾ وڃي چيني قافلي جو سامان ۽ سون چاندي، جيڪو اهي

پاڻ سان گڏ واپار لاءِ کڻي وڃي رهيا هئا، کڻي محل ۾ آڻين تہ جيئن عمر شيخ ۽ ان جي عوام جي مدد ٿئي ۽ شاهي خزانو بہ پرجي پوي. عمر شيخ اها ڳالهہ نہ مڃي تہ مسافرن جي موت کان پوءِ سندن سامان قبايو وڃي، جيئن تہ هو پاڻ

انصاف ڪندڙ بادشاهه هو ۽ اها ڳالهه سندس اصولن جي خلاف هئي. ٻئي طرف ڪيس ان ڳالهه جي به ڳڻتي هئي ته جيڪڏهن مسافرن جو سامان ڪنهن ٻئي ڦريو، ته به سندس نالو بدنام ٿيندو. انهيءَ ڪري هن هڪ جٿي کي موڪليو ته اهو سمورو سامان گڏ ڪري کڻي اچي. ڪين اهو به حڪم ڪيائين ته مري ويل مسافرن جي تدفين جو بندوبست ڪن. ٻئي طرف هن فوج جي ڪجهه سپاهين کي ان قافلي جي خبرچار وٺڻ لاءِ موڪليو ته اها معلومات وٺن ته چيني واپاري ڪٿان آيا هئا ۽ ڪيڏانهن پئي ويا.

هڪ سال جي جانچ کان پوءِ عمر شيخ کي چيني واپارين جي مائٽن جي خبر پئي ته هن سڀني کي دربار ۾ گهرايو ۽ سمورو سامان، سون چاندي ڪين واپس ڪندي سڪ جو ساهه پٽيو.

دربار ۾ سڀئي امير ۽ وزير عمر شيخ جي انهيءَ رويي مان حيران هئا. جڏهن ته ان سامان ۽ سون چانديءَ جي عمر شيخ ۽ سندس راڄ کي سخت ضرورت هئي. اهڙي ايمانداري ساراهه جوڳي آهي.

## سبق جو خلاصو

- ضرورت هئڻ جي باوجود به حقدار کي ان جو حق ادا ڪرڻ يقينًا ساراهه جوڳو ڪم آهي ۽ مالڪِ حقيقي ان ڪم مان خوش ٿيندو آهي.
- اسان لاءِ به اهو ضروري آهي ته اسين ايمانداريءَ جي جذبي کي اپنايون.

# 7- ايمانداريءَ جو انجام

ننڍپڻ ۾ ابراهم لنڪن چانهن جي ڪنهن دڪان تي ڪم ڪندو هو. هڪ ڀيري هڪ عورت سندس دڪان تي چانهن وٺڻ آئي ۽ چيائين ته مون کي اڍائي سو (250) گرام چانهن جي پتي گهرجي. لنڪن ان عورت جي ڳالهه ته ٻڌي، پر جيئن ته هو ٻين گراهڪن جو سامان به تيار ڪري رهيو هو ته ڀُل ۾ اڍائي سو گرام بدران ان عورت کي ڏيڍ سو گرام واري چانهن جي پتي ڏئي ڇڏيائين. ان عورت اڍائي سو گرام جا پئسا ڏنا ۽ هلي وئي.

شام جو دڪان بند ڪرڻ کان پوءِ لنڪن جڏهن پوري ڏينهن جو حساب ڪيو ته کيس خبر پئي ته سو گرام جا پئسا وڌيڪ آهن. کيس ياد پيو ته هڪ عورت اڍائي سو گرام چانهن جي پتي گهري هئي ۽ مون کيس ڏيڍ سو گرام ڏئي، اڍائي سو گرام جا پئسا ورتا هئا. لنڪن ان ڳالهه تي پريشان ٿيو. کيس خبر هئي، ته ان عورت جو گهر ڪجهه ميلن جي فاصلي تي آهي. هو سوچي رهيو هو ته رات ٿي وئي آهي، ان عورت جي گهر تائين ڪيئن پهچجي.

ڪجهه وقت سوچڻ کان پوءِ هن دڪان کوليو ۽ سو گرام چانهن جي پتي هڪ ٿيلهيءَ ۾ پري، ان عورت جي گهر ڏانهن روانو ٿيو. ٽي ڪلوميٽر پنڌ هلڻ کان پوءِ هو عورت جي گهر پهتو. دروازو کڙڪايائين ته عورت ٻاهر نڪري آئي. لنڪن کيس چيو:

”مون کي معاف ڪجو، آءٌ اوهان کان شرمندو آهيان جو اوهان منهنجي دڪان تي اڍائي سو گرام چانهن جي پتي وٺڻ آيا هئا ۽ پئسا به پورا ڏنا. مون ان جي بدران اوهان کي ڏيڍ سوگرام چانهن جي پتي ڏني هئي. آءٌ اوهان کي باقي سوگرام چانهن جي پتي پهچائڻ آيو آهيان“.

اها عورت هن ننڍي ٻار لنڪن جون ڳالهيون ٻڌي خوش ٿي. کيس شاباس ڏيڻ وقت سندس اکيون آليون هيون. دعا ڪندي هن کيس چيو:

”پُٽ! تون هڪ سچو انسان آهين، توڙي جو تون ننڍو ٻار آهين، پر تون اعليٰ انسان آهين. مالڪِ حقيقي شال توکي تنهنجي ايمانداريءَ جو وڏو درجو ڏئي. شال تون دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ٿئين“.

پيارا ٻارؤ! توهان سڀ ڄاڻو ٿا ته هي اهوئي ابراهم لنڪن هو، جيڪو آمريڪا جو صدر بڻيو. اسان کي به سٺن ماڻهن جي زندگيءَ مان سبق پِرائڻ گهرجي.

## سبق جو خلاصو

- سچائيءَ جو اجر دنيا ۽ آخرت ۾ ملندو آهي ۽ مالڪِ حقيقي به اسان کان خوش ٿيندو آهي.
- ننڍيون ننڍيون نيڪيون ۽ دعائون عرش تائين پهچنديون آهن ۽ نيڪ ماڻهن کي انهن جو اجر ڏياريندو آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) ايمانداريءَ مان ڇا مراد آهي؟
(2) عنوان ”ضمير جو آواز“ ۾ اوهان لاءِ ڪهڙو سبق آهي؟
(3) اسان پنهنجي سماجي زندگيءَ ۾ ايمانداريءَ جا ڪهڙا مثال ڏسون ٿا؟
(4) توهان جي خيال ۾ جهرڪيءَ جي ڪوشش بيڪار هئي؟
دليلَ ڏئي سمجهايو.
(5) سخت طوفان ۾ مري ويل چيني مسافرن جي سامان جو شيخ عمرڇا ڪيو؟
(6) عورت ابراهم لنڪن کي ڪهڙي دعا ڪئي؟

### 2- هيٺين سوالن جا تفصيلي جوابَ لکو:

(1) ايمانداريءَ جي عنوان تي تفصيلي نوٽ لکو.
(2) سبق ”ايمانداري ۽ ڪشاده دلي“ پڙهڻ کان پوءِ بادشاه عمر شيخ ۽ درٻارين جي ردعمل تي تبصرو ڪريو.
(3) توهان جي خيال ۾ ابراهم لنڪن اڪيلو هن عورت کي سامان واپس ڪرڻ ڇو ويو؟ جيڪڏهن ان جاءِ تي توهان هجو ها ته ڇا ڪريو ها؟

3- سماج ۾ ايمانداريءَ بابت ڪو واقعو لکو.

4- ڪتابن ۽ رسالن مان ”ايمانداريءَ“ بابت ڏنل ڪهاڻين ۽ نظمن جو هڪ چارٽ ٺاهيو ۽ ڪلاس ۾ ٽنگيو.

5- ستين ڪلاس جي شاگرد جي حيثيت سان ”ايمانداريءَ“ جو مقصد پنهنجن گهر ڀاتين کي ڪيئن سمجهائيندا؟ مشورا ڏيو.

6- ڇا توهان ڪڏهن پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪيو آهي؟ پنهنجي ذاتي تجربي جي روشنيءَ ۾ ڪوبہ واقعو ٻڌايو.

7- ڳالهہ ٻولهہ جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪريو:

- بي ايماني، ڪوڙ ۽ بدديانتي سماج کي ڪوڪلو بڻائيندي آهي.
- پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪرڻ هڪ اعليٰ صفت آهي.

8- هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻہ اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ______________________

(2) ______________________

## اُستادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي ٽن گروپن ۾ پنهنجي مقالي کي مثالن جي صورت ۾ تيار ڪري پيش ڪن.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
| رَسائڻ | پُڄائڻ، موڪلڻ | جاکوڙ | ڪوشش، محنت، ڪشالو |
| جوڙجڪ | بندوبست، ٺاهوٽ | ڳُجُ | جهجهو، ڪافي، گهڻو |
| پاتي | گهر جو ماڻهو | ڇٽنگ | اُلو، ٽانڊي جو ذرڙو |
| ڦٻائڻ | کائي وڃڻ، هڙپ ڪرڻ | بدحواس | گهٻرايل، پريشان |
| ٻَهڪڻ | سُرهو ٿيڻ | اُسريل | ترقي ڪيل |
| دادُ | اِنصاف، فيصلو | اَٽل | اٽر، پختو |
| اِعترافُ | اقرار، قبوليت | ڳڻتي | فِڪر، چنتا، اونو، انديشو |
| راڄ | رعيت، عوام | ڪوڪلو | سَڪڙو، ڦيڪو، اندران کاڌل |

باب ستون

# سچائي

## 1- تعارف

سچائي هڪ اهڙي خوبي آهي، جيڪا انسان کي سماج ۾ اعليٰ درجو ڏياريندي آهي. سچائيءَ جي خوبيءَ کي پنهنجي ذات ۾ اپنائڻ گهرجي جنهن سان ان جا ڏور رس فائدا ذاتي زندگيءَ مان نڪري، اجتماعي زندگيءَ ۽ وري پوري سماج کي اثرائتو بڻائيندا آهن.

سچائيءَ جي حوالي سان اسان کي مثبت ڪردار ۽ اعليٰ اخلاق جو مظاهرو ڪرڻو پوندو. ان سان گڏوگڏ سماج کي چُست بڻائڻ جي لاءِ پنهنجي پنهنجي حيثيت ۾ وفاداري ۽ سچي رهڻ جي وس آهر ڪوشش ڪرڻي پوندي، جنهن سان سماج افراتفريءَ کان بچي سگهي ٿو.

پيارا ٻارؤ! هن باب ۾ ڏنل ڪهاڻيون دلچسپ ۽ نصيحت ڀريون آهن، جيڪي اسان کي بيشمار سبق سکڻ ۾ مدد ڪن ٿيون، جن ۾ ڪوڙ کان پاسو ڪرڻ، پنهنجي ذميدارين کي پورو ڪرڻ ۽ وعدي خلافيءَ کان پري رهڻ شامل آهي. ان سان گڏوگڏ سماج کي پرامن بڻائڻ جي لاءِ اجاين افواهن ۽ بهتانن کان ضرور پاسو ڪجي. اهي شيون ڏهڪاءُ پکيڙين ٿيون ۽ بدامني ڏانهن وٺي وينديون آهن. اميد آهي تہ انهن ڪهاڻين جي مدد سان اوهان پنهنجي زندگين کي سٺي ڪردار ۽ اخلاق سان سنواريندا.

مُقدّس ڪتاب ۾ لکيل آهي:

> ”اي انسانؤ! هر وقت هن تي توڪل ڪريو. پنهنجي دل جو حال هن جي سامهون کولي ڏيو. مالڪِ حقيقي اسان جي پناهہ جي جاءِ آهي“. (زبور- 26: 8)

## 2- ڪوڙ ڳالهائڻ جو نتيجو

رميش تيرهن سالن جو هوشيار ڇوڪرو هو. هو جهنگ ۾ ٻڪريون چاريندو هو. ۽ شرارت جو پڻ شوقين هو ۽ گهڻي ڀاڱي شرارتون ڪري ڳوٺ جي وڏن ۽ ننڍن ٻارن کي پريشان ڪندو هو. ماڻهن رميش کي سمجهائڻ جون گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون. سندس والد کي بہ ڏاڍو ڏنائون. پنهنجي پيءُ طرفان مارون کائڻ باوجود بہ رميش پنهنجين انهن حرڪتن کان نہ ٿي مُڙيو.

هڪ ڏينهن رميش جڏهن ٻڪريون چارڻ جهنگ ڏانهن وڃي رهيو هو تہ ڏنائين ڳوٺ جا ڪجھ ماڻهو ڪنهن ڳالھ ۾ مصروف هئا. رميش انهن کي تنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪجھ پر پرو وڃي زور سان چوڻ لڳو: ”بچايو...! بچايو...! ٻگهڙ اچي ويو. هو منهنجي ٻڪرين کي کائيندو“.

رميش جو آواز ٻڌي ڳوٺاڻا سندس مدد لاءِ آيا. پر هي ڇا...! هو تہ ٽهڪ ڏئي کِلي رهيو هو. ڳوٺاڻن ٻگهڙ بابت پڇيس تہ هن کلندي چيو: ”هتي تہ ڪوبہ ٻگهڙ ناهي آيو. مون تہ توهان سان ٺوڳ ڪيو هو“. ڳوٺاڻا رميش کي برو ڀلو چوندي واپس موٽي ويا.

ڪجھ مهينن کان پوءِ سياري جي شام ۾ جڏهن رميش پنهنجي ٻڪرين کي گهر ڏانهن وٺي وڃي رهيو هو تہ پري کان ڳوٺاڻن کي گڏجي ڇانهن پيئندي ڏٺائين تہ دماغ ۾ ڪيس وري شرارت ڪرڻ جي ترڪيب سُجهي آئي ۽ هن رڙيون ڪندي چيو: ٻگهڙ... ڙي.... ٻگهڙ، اهو آواز ٻڌي ڳوٺاڻا وري جهنگ ڏانهن ڊوڙيا تہ رميش جي جان بچائي سگهن. ٻگهڙ کي مارڻ لاءِ هو پاڻ سان گڏ لٺيون ۽ اونداهيءَ کان بچڻ لاءِ لالٽين بہ کڻي آيا هئا. اڳي وانگر هن ڀيري بہ ڳوٺاڻا ناراض ٿيا. ڇاڪاڻ تہ رميش وري ساڻن ٺوڳ ڪري، کين تنگ ڪيو هو. ويندي وقت هنن

رميش کي چيو تہ تون ايتريون شرارتون ڪري، ڪوڙ پيو ڳالهائين. هاڻي جيڪڏهن سچ ۾ تون ڪنهن مصيبت ۾ ڦاٿين تہ بہ ڪو شخص تنهنجي مدد لاءِ نہ ايندو.

ان ڳالهہ کان بہ مهينا پوءِ هڪ ڀيري اوچتو بگهڙ آيو ۽ رميش جي ٻڪرين تي حملو ڪري ڏنائين. پريشان ٿيندي رميش زور زور سان مدد لاءِ پڪارڻ شروع ڪيو: ”بگهڙ آيو آهي، منهنجي مدد ڪريو. آءٌ سچ پيو چوان. بگهڙ مون کي ۽ منهنجين ٻڪرين کي کائي ويندو“.

ڳوٺاڻن رميش جو آواز ٻُڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. سندن خيال هو تہ هو هن ڀيري بہ ڪوڙ ڳالهائي اسان کي تنگ پيو ڪرڻ چاهي. جڏهن رات دير تائين رميش گهر نہ موٽيو تہ سندس پيءُ ڳوٺاڻن سان گڏجي کيس ڳولهڻ لاءِ جهنگ ڏانهن پهتو. ڳوٺاڻن ڏٺو تہ رميش زخمي ٿيو پيو آهي. بگهڙ سيئي ٻڪريون ماري چڪو هو. ڪجهہ ٻڪريون بگهڙ کان ڊڄي ڀڄي ويون هيون جيڪي ان جي گهر ڪاهي آيا. مطلب تہ سندس پورو ڌڻ ضائع ٿي چڪو هو. ۽ کيس پنهنجي بري عادت جو بدلو ملي چڪو هو.

مُقدّس ڪتاب ۾ لکيل آهي:

”توهان چوري نہ ڪريو ۽ نہ دوکو ڪريو ۽ نہ هڪ ٻئي سان ڪوڙ ڳالهايو ۽ توهان منهنجو نالو وٺي ڪوڙا قسم نہ کڻو، جنهن سان توهان پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ جي نالي کي ناپاڪ ڪريو. آءٌ خداوند آهيان“.
(احبار - 12، 11: 19)

## سبق جو خلاصو

- ڪوڙ ڳالهائڻ هڪ بري عادت آهي، ان کان پاسو ڪرڻ گهرجي.
- ڪوڙي شخص جي نہ گهر ۾ عزت هوندي آهي ۽ نہ ئي سماج ۾.
- ڪوڙ جي جاءِ تي سچ جي عادت اپنائڻ گهرجي.

## 3- انجام ٽوڙڻ: هڪ اڻوڻندڙ ڪم

هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته ايران جو بادشاهه پنهنجي شاهي سپاهين سان گڏ شڪار جي نيت سان تمام پري نڪري ويو. بادشاهه ۽ ان جا سپاهي رات گذارڻ لاءِ هڪ ڳوٺ ۾ پهتا. جڏهن ڳوٺاڻن کي خبر پئي ته بادشاهه شڪار ڪندي، ايترو پري هتي اچي پهتو آهي ته اهي ڏاڍو خوش ٿيا.

ڳوٺاڻن سوچيو ته ايڏو وڏو بادشاهه اسان وٽ مهمان ٿي آيو آهي ان لاءِ صبح جو ناشتي جو انتظام ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري اهو طيءِ ڪيائون ته ڳوٺ ۾ موجود سيئي گهر پاڻ ۾ ڪجهه ڪم ورهائي ڇڏين. ڪجهه گهر مزيدار کاڌا تيار ڪندا، جڏهن ته ڪجهه گهر وارا تازا ميوا ۽ سبزيون پيش ڪندا. ڪجهه گهر وارا پنهنجي طرفان هڪ هڪ جڳ کير جو پري آڻيندا ته جيئن بادشاهه ۽ سندس ساٿين لاءِ کير مان مختلف شيون ٺاهي، کين ناشتو ڪرايو وڃي. رات کان صبح تائين هر شخص پنهنجي گهر مان کير جو جڳ هڪ ٽانو ۾ وجهندو هليو ويو.

اڳيئين ڏينهن صبح جو ڪجهه گهر وارن کاڌا تيار ڪرايا. ميوا ۽ سبزيون به وڏن وڏن ٿالهن ۾ آڻي رکي ڇڏيائون. پر هي ڇا... کير واري ٽانو ۾ کير گهٽ ۽ پاڻي وڌيڪ هو. ڀلا ان جو سبب ڇا ٿو ٿي سگهي؟

کير جي ٽانو ۾ کير بدران اڇي رنگ جو پاڻي هو. ڇو ته گهڻا ماڻهو جڳ ۾ کير بدران پاڻي ڀري آيا هئا. اهو سوچي ته ٻيو ماڻهو ته کير جو جڳ ضرور وجهي ويو هوندو، ڀلا منهنجي هڪ جڳ پاڻي وجهڻ سان ڪهڙو فرق پوندو؟

بادشاهه ۽ سندس ساٿين کي جڏهن ان ڳالهه جي خبر پئي ته هو ڏاڍو ناراض ٿيا. ڳوٺاڻا به لڄي ٿيا ته هو پنهنجي ڳالهه ۽ ڪم ۾ ديانتداري نه ڪري سگهيا ۽ وعدي خلافي ڪري ويٺا، جيڪو معافيءَ جهڙو ڪم نه هو.

**سبق جو خلاصو**

- هر شهريءَ کي پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي مفاد لاءِ ديانتداريءَ سان ڪم ڪرڻ گهرجي.
- سچائي، نيڪي ۽ ايمانداري عزت ۽ قدر جوڳا عمل آهن، جيڪي سماج ۾ انسان کي عزت عطا ڪن ٿا.

# 4- سُقراط جا ٿي اهم سوالَ

يوناني فلسفي سُقراط (Socrates) پنهنجي علم، عقل ۽ سمجهه جي ڪري تمام گهڻي قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. پنهنجي علم ۽ دانائيءَ جي ڪري پري پري کان آيل شاگردن جو وڏو انگ ان سان گڏ رهندو هو، جيڪي سقراط کان فلسفي جي تعليم حاصل ڪرڻ جا خواهشمند هوندا هئا. سقراط وٽ سوال ڪرڻ ۽ انهن جي جوابن ذريعي سکيا جو رواج عام هو.

هڪ ڀيري معمول مطابق سقراط پنهنجن شاگردن سان ڪنهن موضوع تي بحث ڪري رهيو هو ته ٻئي شهر مان سندس هڪ مَدّاح، ساڻس ملڻ آيو. ايندي ئي هن سقراط کي ٻڌايو ته آءٌ تازو اوهان جي ويجهي دوست سان ملاقات ڪري موٽيو آهيان، جيڪو توهان بابت گهڻو ڪجهه چئي رهيو هو. سقراط پنهنجي مَدّاح کي اتي ئي روڪيندي چيو:

”ترسو، اڳتي اوهان ڪجهه به نه چئو. ان کان اڳ جو تون منهنجي دوست بابت ڪجهه وڌيڪ ڳالهائين، آءٌ چاهيان ٿو ته توکي هڪ ننڍي امتحان مان گذرڻو پوندو. ڇا تون ان لاءِ تيار آهين؟“

سقراط جو مَدّاح خوش ٿيو ته هاڻي هن کي به ٻين شاگردن وانگر گهڻو ڪجهه سکڻ جو موقعو ملندو ۽ يقيني طور پنهنجي هوشياريءَ جي ڪري آءٌ سقراط جي ويجهن شاگردن مان ٿيندس. انهيءَ ڪري هن جواب ۾ هائوڪار ڪئي. سقراط کيس چيو ته:

”آءٌ توکان ٽي سوال ڪندس. جيڪڏهن تو انهن جا اطمينان جوڳا جواب ڏنا ته آءٌ تنهنجي ڳالهه ٻڌندس، جنهن لاءِ تون پري کان سفر ڪري آيو آهين“.

مَدّاح انهن سوالن جي حل لاءِ حامي ڀري ته سقراط پهريون سوال ڪيو:

”جيڪا ڳالهه تون منهنجي دوست جي ٻُڌائڻ چاهين پيو، ڇا تون ان ڳالهه جي سچائيءَ کان واقف آهين ته اها سچ به آهي يا نه؟“

مَدّاح جواب ڏنو تہ ”نہ سائين! مون کي خبر ناهي تہ اها ڳالهہ سچي آهي يا نہ“.
سقراط ٻيو سوال ڪيو:
”ڇا تون ان ڳالهہ جو ڪو فائدو ڄاڻين ٿو تہ اها ڳالهہ فائديمند ٿي آهي يا نہ؟“
مَدّاح وري انڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. سقراط ٽيون سوال پڇندي چيو:
”اها ڳالهہ جيڪا تون مون تائين پهچائڻ چاهين ٿو، ڇا تون ان جي صحيح استعمال کان واقف آهين“؟
مَدّاح ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ آهستي چيائين تہ ”نہ سائين!“ نيٺ سقراط چيس:
”مطلب تہ تون مون کي اهڙي ڳالهہ ٻڌائڻ پيو چاهين، جنهن ۾ ڪا بہ سچائي ناهي، نہ ئي اها چڱي ڳالهہ آهي ۽ تون ان ڳالهہ جي چڱائيءَ کان واقف بہ ناهين تہ پوءِ اهڙي هلڪي ڳالهہ ڪري تون اسان جو وقت ڇو ٿو ضائع ڪرڻ گهرين“.
مَدّاح ڏاڍو لڄي ٿيو ۽ اتان هليو ويو.

ٻارؤ! اسان سيني لاءِ اها ڳالهہ سمجهڻ تمام ضروري آهي تہ ڪنهن بہ ڳالهہ جي تصديق ڪرڻ بنا ٻين تائين ان کي نہ پهچائڻ گهرجي. ٿي سگهي ٿو تہ پوري ڳالهہ نہ سمجهڻ جي ڪري پاڻ ۾ ناراضگيون پيدا ٿين. پنهنجا تعلّقات خراب ٿين. ڇاڪاڻ تہ بنا سوچڻ سمجهڻ جي ڪا بہ ڳالهہ ٻين تائين پهچائڻ، الزام مڙهڻ يا بهتان هڻڻ جي برابر آهي. اهو يقينًا هڪ خراب ڪم آهي. اهڙا ڪم انسان جي دل ۾ خيالن کي گدلو ڪندا آهن ۽ سماج ۾ افواهہ پکيڙڻ سان بيشمار تڪليفون ۽ مسئلا جنم وٺندا آهن.

حضرت محمد ﷺ جن جو ارشاد آهي ”ڪنهن شخص جي ڪوڙي هجڻ لاءِ اهو ڪافي آهي تہ هو هر ٻُڌل ڳالهہ ٻين کي ٻڌائيندو رهي“.

## سبق جو خلاصو

- پنهنجن عملن، ڪردار ۽ سوچ ۾ سچائي ۽ حق جي تعليم ڏيندو رهڻ سڀ کان وڏندڙ ڪم آهي، جيڪو اسان کي مالڪِ حقيقيءَ جي ويجهو ڪري ٿو.
- بنا ڪنهن ثبوت يا دليل جي ٻين تي الزام مڙهڻ وڏو گناهہ آهي. جڏهن مالڪِ حقيقي ماڻهن جي عيبن کي لڪائي ٿو تہ پوءِ اسان ڇو ٻين جا عيب کولي بيان ڪريون ۽ گناهگار ٿيون.

## 5- سچائيءَ جو نتيجو

نريندر پنهنجي پوري زندگي سچ ڳالهائڻ ۽ سچائيءَ جي راهه تي هلڻ ۾ گذاري ڇڏي، ڇاڪاڻ ته ننڍپڻ ۾ هن ڪوڙ نه ڳالهائڻ جو قسم کنيو هو جيڪو هو اڄ تائين پاڙيندو پيو اچي.

نريندر جڏهن ستن سالن جو هو ته پنهنجي ڪلاس وارن سان ڳالهه ٻولهه ۾ مصروف هو. ٻئي طرف استاد پڙهائي رهيو هو، پر نريندر ۽ ان جي ساٿين مان ڪنهن به استاد صاحب جي ڳالهين ڏانهن ڌيان نه ڏنو. جڏهن انهن جو آواز وڌي ويو ته استاد صاحب ٽولي ۾ ويٺل سيني ٻارن کي اٿاري بيهاريو ۽ پڇيو: "ٻڌايو ته آءٌ ڇا پڙهائي رهيو هئس".

سڀ ٻار خاموش هئا. جڏهن نريندر جو وارو آيو ته هن اهي سڀ ڳالهيون ورجايون، جيڪي استاد صاحب سمجهايون هيون. استاد صاحب خوش ٿي ڪيس ويهڻ لاءِ چيو ۽ باقي ٻارن کي اٿاري بيهڻ جي سزا ڏني. پر هي ڇا...! نريندر به انهن سان گڏ بيهي رهيو. استاد صاحب حيران ٿيندي ڪائنس پڇيو ته تون ڇو بيٺو آهين؟ مون توکي ته ڪا سزا ناهي ڏني. نريندر وراڻيو:

> "استاد صاحب! توڙي جو مون توهان جون اهي سيئي ڳالهيون ٻڌيون، جيڪي اوهان پڙهائي رهيا هئا، پر اهو سچ آهي ته آءٌ هنن سيني ساٿين سان گڏ ڳالهائڻ ۾ مصروف هئس. جيئن هاڻي هي سيئي بينا آهن، ائين مون کي به انهن سان گڏ اُٿي بيهڻ گهرجي".

نريندر جي اها ڳالهه ٻڌي استاد ڏاڍو خوش ٿيو ته هن سچي ڳالهه ٻڌائي آهي. استاد سيني ٻارن کي معاف ڪيو ۽ کين چيائين ته توهان کي به نريندر وانگر ٿيڻ گهرجي.

ٻارؤ! ڇا توهان کي خبر آهي ته اهوئي نريندر اڳتي هلي سوامي وويڪانند جي نالي سان مشهور ٿيو.

**سبق جو خلاصو**

- سچ ڳالهائيندڙ دنيا ۽ آخرت ۾ سدائين ڪامياب رهندا آهن.
- سچ ڳالهائيندڙ جي سيئي ماڻهو عزت ڪندا آهن.

# 6- سچائي ۽ سُک

هڪ بادشاھ هو. جنهن کي ڪوبہ اولاد نہ هو. جڏهن هو پوڙهو ٿيو تہ هن چاهيو تہ هڪ اهڙو جانشين چونڊي، جو ان کان پوءِ سندس بادشاهت جي واڳ سنڀالي. بادشاھ عوام کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهندو هو.

هڪ ڏينهن هن پنهنجي وزير کي حڪم ڏنو تہ ”اسان جي بادشاهيءَ ۾ جيڪي بہ نوجوان بادشاھ بڻجڻ جي خواهش رکن ٿا، انهن کي سڀاڻي دربار ۾ گهرايو وڃي“.

وزير اهو عام اعلان ڪرايو. اڳيئن ڏينهن دربار ۾ نوجوانن جي رش ٿي وئي. امير، غريب، پڙهيل لکيل، هنرمند، مطلب تہ سڀئي نوجوان هن دربار ۾ موجود هئا. ڪجهہ دير بعد بادشاھ دربار ۾ آيو تہ سڀئي درباري بادشاھ جي استقبال لاءِ اُٿي بيٺا.

بادشاھ ايندي ئي سڀني درٻارين سان خطاب ڪندي چيو: ”منهنجا پيارا نوجوانؤ! توهان سڀني کي خبر آهي تہ آءٌ پوڙهو ٿي چڪو آهيان، ان ڪري چاهيان ٿو تہ پاڻ کان پوءِ هڪ سلجهيل، سچو ۽ ڏاهو بادشاھ چونڊيان، جيڪو عوام جي رهنمائي ڪري ۽ ان جون پريشانيون ختم ڪري“.

پوءِ دربار ۾ موجود نوجوانن کي ڏسندي چيائين: ”مون کي خوشي آهي، جو سڀئي منهنجي سڏ تي هتي گڏ ٿيا آهيو ۽ توهان سڀئي سمجهو ٿا تہ توهان ۾ همت، عقل، حوصلو ۽ اعلىٰ اخلاق آهن، جو توهان پنهنجو پاڻ کي بادشاھ ڏسڻ چاهيو ٿا. انهيءَ ڪري مون توهان کي هڪ امتحان مان گذارڻ جو منصوبو ٺاهيو آهي“.

نوجوانن حيرت مان هڪ ٻئي کي ڏٺو، تہ نہ ڄاڻ بادشاھ ڪيترو ڏکيو امتحان وٺندو، انهيءَ ڪري هو پريشان هئا تہ ان امتحان ۾ ڪامياب ٿيندا يا نہ.

بادشاھ وزير کي حڪم ڏنو تہ هو ٻج ڪٺي اچي. (اهي ٻج گرم پاڻي ۾ اوٻاريا ويا هئا، پر اها ڳالھ بادشاھ لڪائي رکي هئي). نوجوانن کي ٻج ڏيندي بادشاھ چيو: ”اڄ کان ٽي مهينا پوءِ آءٌ توهان سان هنن ٻجن مان قُٽل ٻوٽن سان گڏ ملڻ چاهيان ٿو. آءٌ اهو ڏسڻ چاهيان ٿو تہ توهان ٻوٽن جي ڪهڙيءَ طرح سار سنڀال ڪريو ٿا“.

سيئي نوجوان ٻج وٺي دربار مان هليا ويا. انهن نوجوانن ۾ هڪ نوجوان حمدان به هو، جيڪو وچولي گهراڻي سان تعلق رکندو هو. ان جا والدين محنت ڪندا هئا، تہ جيئن اهي حمدان کي تعليم ڏياري سگهن. حمدان هڪ استاد وٽ پڙهڻ ويندو هو جيڪو مذهب، زبان، اخلاق ۽ فلسفي سان گڏ تلواربازيءَ ۾ پڻ مهارت رکندو هو.

پوري سلطنت ۾ بادشاهه جي ڏنل ٻجن ۽ ٻوٽن جي سار سنڀال جون ڳالهيون چوٻول ڪري رهيون هيون. حمدان جو ٻج اهڙوئي پيو هو، ان مان ڪوبہ ٻوٽو نہ نڪتو هو. ڏينهن، هفتا ۽ مهينا گذرڻ لڳا. حمدان ۽ ان جي گهر وارا پريشان هئا، پر اهو سوچي تہ بادشاهت اسان غريبن کي نٿي ملي سگهي، انهن پريشان ٿيڻ ڇڏي ڏنو.

انهيءَ عرصي ۾ دربار مان سڏ ٿيو. حمدان اوڏانهن وڃڻ کان انڪار ڪيو، ڇاڪاڻ تہ هن جو ٻج اڻين جو اڻين هو، ان مان ڪوبہ ٻوٽو نہ نڪتو هو. پر والدين جي زور ڀرڻ تي حمدان پنهنجي ڪونڊي، جنهن ۾ ٻج رکيل هئا، دربار ۾ کڻي ويو. دربار جو منظر ئي ڪجهہ الڳ هو. سيئي نوجوان پاڻ سان گڏ ننڍا ننڍا وڏندڙ ٻوٽا کڻي آيا هئا ۽ سوچي رهيا هئا تہ بادشاهه ڪهڙي ٻوٽي کي پسند ڪندو. بادشاهه جي دربار ۾ ايندي ئي خاموشي ڇانئجي وئي. بادشاهه سيني نوجوانن کي هڪ قطار ۾ بيهڻ جو حڪم ڏنو. حمدان قطار ۾ بيهڻ کان گهٻرائي رهيو هو، پر درٻارين کيس زبردستي قطار جي آخر ۾ بيهاريو.

بادشاهه هڪ هڪ ڪري سيني ٻوٽن جو جائزو ورتو ۽ پوءِ حمدان وٽ پهچي، کيس چيو: "تنهنجي ٻج مان ڪو ٻوٽو ڇو ناهي نڪتو؟" حمدان لڄي ٿيندي، پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ هن وٽ بادشاهه جي سوال جو ڪوبہ جواب نہ هو. بادشاهه حمدان جو هٿ وٺي، پنهنجي تخت تي پهتو ۽ سيني درٻارين سان مخاطب ٿيندي چيائين:

"مون کي خوشي آهي تہ آءٌ پنهنجو جانشين چونڊي ڇڏيو آهي. آءٌ سيني

نوجوانن جو شڪرگذار آهيان، جو انهن ٽن مهينن تائين اهڙن ٻوٽن جي سار سنڀال ڪئي، جيڪي مون انهن کي ناهن ڏنا. مون سيني کي اُوٻاريل ٻج ڏنا هئا، جن مان ڪوبہ ٻوٽو نہ پئي نڪري سگهيو. پر توهان انهن اوٻاريل ٻجن کي بازار مان نون ٻجن سان بدلايو ۽ انهن مان ٻوٽا پوکيا آهن. جڏهن تہ حمدان ائين ناهي ڪيو. هو اهو ساڳيو ئي ٻج کڻي آيو آهي، جيڪو مون هن کي ڏنو هو. مطلب تہ مون کان پوءِ منهنجي بادشاهت جو وارث اهو هوندو، جيڪو ايماندار، ذهين ۽ سچو آهي“.

بادشاهہ جي اها ڳالهہ ٻڌي، سيئي درباري وائڙا ٿي ويا ۽ حمدان جي ايمانداريءَ تي ريس ڪرڻ لڳا. حمدان ۽ سندس والدين حيران هئا، ڇاڪاڻ تہ هنن اهي ٽي مهينا ڏاڍي پريشانيءَ ۾ گذاريا هئا.

حمدان کي بادشاهہ پنهنجو نائب بڻايو، تہ جيئن هو ان لائق بڻجي تہ حڪومت جون ذميواريون سنڀالي سگهي.

هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي اهو سبق ملي ٿو تہ حق ۽ سچ کان وڌيڪ ڪابہ طاقت ناهي. اصل ۾ سچائي ئي اسان کي حقيقي خوشي ۽ سُک ڏياري سگهي ٿي.

## سبق جو خلاصو

- سچائي ۽ سُک (سڪون) گڏجي هلندا آهن، پر اسان کي سچائيءَ جو خاص خيال رکڻ گهرجي، جيڪا مالڪ حقيقيءَ جي ويجهو ٿيڻ ۾ مدد ڏيندي آهي.
- شيطان انسان کي گمراهہ ڪرڻ جي لاءِ گهٽيون ئي حرڪتون ڪندو آهي. اسان کي هر وقت مالڪِ حقيقيءَ کان پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن گهروارن، دوستن ۽ مائٽن لاءِ دعا گهرڻ کپي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### -1 هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) توهان کي ”ڪوڙ جو نتيجو“ جي ڪهاڻيءَ مان ڪهڙن نقصانن جي خبر پئي؟
(2) الزام تراشي ڇاڪاڻ خراب ڪم آهي؟
(3) بدديانتي ڪرڻ جا ڪهڙا نقصان پيدا ٿي سگهن ٿا؟
(4) استاد صاحب نريندر کي ويهڻ جي ڇو موڪل ڏني؟
(5) حمدان کي بادشاهي ڪيئن ملي؟

### -2 هيٺين سوالن جا تفصيلي جوابَ لکو:

(1) ”سچائي سدائين اوهان جو نالو روشن ۽ اوچو ڪرائيندي آهي“ هن قول جي روشنيءَ ۾ سچ ڳالهائڻ جي اهميت تي هڪ نوٽ مثالن جي مدد سان لکو.
(2) جيڪڏهن توهان نريندر جي جاءِ تي هجو ها ته ڪهڙو فيصلو ڪريو ها ۽ اهو فيصلو ڇاڪاڻ ڪريو ها؟
(3) ڪهاڻي ”سچائي ۽ سُک“ جي حوالي سان والدين ۽ بزرگن جي راءِ وٺو. گهٽ ۾ گهٽ ٽن ماڻهن کان انٽرويو وٺي انهن جا جواب لکو ۽ ڪلاس ۾ ڪلاسين سان ڳالهه ٻولهه ڪريو.

### -3 ”سچ“ ۽ ”ڪوڙ“ جي عنوان تي ڏاهن ماڻهن جا قول گڏ ڪري ڪاپيءَ ۾ لکو ۽ ڪلاس ۾ پيش ڪريو.

4- کلاس ۾ تقريري مقابلو ڪريو، جنهن ۾ شاگردن ۽ شاگردياڻين جي گروپن ۾ ورهائيندي هيٺ ڏنل عنوان تي تياري ڪرايو:

- ”سچ جي سدائين جيت ٿيندي آهي“.

يا

- ”الزام مڙهڻ سماج جو اڻ وڻندڙ ڪم آهي“.

5- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي اهڙين شخصيتن جي زندگيءَ بابت مطالعو ڪرڻ گهرجي، جن سچائيءَ لاءِ جاکوڙ ڪئي هجي ۽ قربانيون ڏنيون هجن. نيٺ سندن جيت ٿي هجي.

6- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- سچائي هڪ چڱي خوبي آهي، جيڪا سيني خوبين جي سردار آهي.
- هڪ ڪوڙ کي لڪائڻ لاءِ انسان کي ٻيا ڪيترائي ڪوڙ ڳالهائڻا پوندا آهن.

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي ”سچائيءَ جي جيت“ جي موضوع تي پنهنجا پنهنجا خيال ونڊين. ان موقعي تي والدين يا پنهنجي ڪنهن رهنما کي پڻ اسڪول ۾ گهرايو.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي سچ ڳالهائڻ تي راضي رهن ۽ ڪوڙ کان پري ڀڄن. انهن کي مثالن ذريعي سمجهايو ته وعدي جي ڀڃڪڙي ڪندڙ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ سدائين نقصان ۾ هوندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن سان ڪڏهن به دوستي نه ڪجي.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
| ڏور رس | پري تائين پهچندڙ | تَعلّقات | لاڳاپا، واسطا |
| ڏهڪاءُ | هِراس، رُعب | مَدّاح | تعريف ڪندڙ |
| مُڙڻ | باز اچڻ، پري رهڻ | پيڄڪڙي | خلاف ورزي، انحرافي |
| انجام | وعدو، وچن | جيت | ڪاميابي، سوڀ، فتح |

باب اٺون

# آداب

## 1-  تعارف

هر سماج بهتر زندگي گذارڻ لاءِ ڪجهه قاعدا ۽ قانون مقرر ڪيا ويندا آهن، جن جي پابندي هر شخص لاءِ ضروري آهي. اهي قاعدا ۽ قانون بهتر سماج جوڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. انهن قاعدن جي پابندي نه ڪرڻ يا ڪوتاهي ڪرڻ سان يقيني طور سماج ۾ پريشاني ۽ ناانصافي قائم ٿيندي.

ڳالهه ٻولهه جي ذريعي اسين سنا ناتا بحال ڪري سگهون ٿا. سنا ناتا انساني ترقي ۽ تعمير ۾ هڪ مثبت ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ هڪ سٺي سماج جو بنياد رکن ٿا.

سُدتسماء (Means of Communication) جي ذريعي اڄ دنيا هڪ گهر جي ڪٽنب وانگر بڻجي پئي آهي. انهيءَ ڪري مُثبت سماجي ناتن کي برقرار رکڻ لاءِ مناسب گفتگوءَ جو استعمال هڪ بهتر واٽ آهي.

پيارا ٻارؤ! هيٺ ڏنل ڪهاڻيون اسان کي اهو سمجهڻ ۾ مدد ڏينديون ته ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ مثبت ۽ اثرائتي گفتگوءَ کي بنيادي حيثيت حاصل آهي، جيڪا سُنن آدابن جي ڪاتي ۾ ليکجي ٿي.

## 2- هڪ عالم جي نصيحت

انيل پنهنجي ڳوٺ ۾ ٻين جي مدد ڪرڻ، بزرگن، ٻارن ۽ هڪ جيڏي عمر وارن جي پريشانين ۾ سندن ساٿ ڏيڻ جي ڪري ڪافي مشهور هو. ڳوٺ جي هر هڪ شخص جي زبان تي هميشہ انيل جو نالو رهندو هو. پر انيل ڪاوڙ جو تيز هو. سندس اها حالت ڏسي، ماڻهو ڪانئس ڊڄندا تہ هئا، پر نيٺ مدد لاءِ هن وٽ ئي ويندا هئا.

ڳوٺ جي بزرگ ماڻهن انيل کي ڪاوڙ جي عادت ڇڏرائڻ جون ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون، پر انهن جي هر ترڪيب ناڪام ثابت ٿي پئي. مدد تہ هڪ طرف، ڪاوڙ دوران هر وڏو، بزرگ، نوجوان يا ٻار انيل ڪان پري ڀڄندو هو. انيل پنهنجي انهيءَ عادت کان چڱيءَ ريت واقف هو ۽ چاهي پيو تہ ڪهڙيءَ طرح هو ان خراب عادت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، پر ڪيس ان سلسلي ۾ ڪوبہ فائدو نہ پهتو.

هڪ ڀيري ڳوٺاڻن پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ انيل کي هن ڳوٺ کان پري هڪ عالم سان ملڻ تي راضي ڪجي، جيڪو ان عادت کي ختم ڪرڻ ۾ انيل جي مدد ڪري سگهي پيو. پهرين تہ انيل انڪار ڪيو، تہ هو ڪنهن بہ عالم سان نہ ملندو، پر ڳوٺاڻن جي زور پرڻ تي هو ان عالم سان ملڻ تي راضي ٿي پيو.

ڪجھ ڏينهن جي مسافريءَ کان پوءِ ڳوٺاڻا انيل کي وٺي ان عالم جي خدمت ۾ پهتا. ملڻ کان پوءِ انيل پنهنجو مقصد بيان ڪيو تہ هو ان وٽ ڇاڪاڻ آيو آهي. عالم انيل کان پڇيو تہ ڪيس ڪاوڙ ڪهڙي ڳالھ تي ايندي آهي؟ ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا ڪاوڙ ايندي آهي ۽ ڪيتري دير کان پوءِ ان ڪاوڙ جو اثر ختم ٿيندو آهي؟ ڪاوڙ دوران هو ڪنهن کي نقصان پهچائيندو آهي؟ مطلب تہ لڳ ڀڳ ٻن ڪلاڪن تائين عالم ۽ انيل جي وچ ۾ ڳالھ ٻولھ جو سلسلو جاري رهيو. جيئن تہ انيل ڪاوڙ واري خراب عادت کي ڇڏڻ پيو چاهي، انهيءَ ڪري عالم جي هر سوال تي ڪاوڙ ڪرڻ بدران ڪيس جواب ڏيندو رهيو. ايستائين جو هن عالم کي ان سلسلي ۾ مشورو ڏيڻ لاءِ عرض رکيو ۽ چيائينس تہ سائين! توهان چاهيو تہ مون کان منهنجو سڀ ڪجھ وٺو، پر ان برائيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪريو“.

عالم ڪجهه دير ويچارڻ کان پوءِ چيو: ”پُٽ! جيستائين توکان ڪاوڙ جي عادت ختم نہ ٿي ٿئي، تيستائين تون هتي مون وٽ ترسيل رهندين“.

توڙي جو اهو فيصلو ڏکيو هو، چاڪاڻ تہ انيل جو ڪاروبار ڳوٺ ۾ هو. حالانڪ هن وٽ ڌوڪڙن جي ڪوٺ نہ هئي ۽ هن جي گهر ۾ نوڪر بہ هئا، پوءِ بہ گهر کان پري رهڻ هڪ ڏکيو فيصلو هو. نيٺ هن عالم سڳوري کي چيو تہ: ”نيڪ آهي سائين! جيستائين توهان چاهيندا، آءٌ اوهان وٽ ئي ترسندس“.

اهو ٻڌي عالم هڪ هٿوڙو ۽ ڪجهہ ڪوڪا ڏيندي انيل کي چيو: ”جڏهن توکي ڪاوڙ اچي تون وڃي هن وڻ ۾ هڪ ڪوڪو ٺنبي ڇڏجانءِ“.

انيل عالم جي ڳالهہ مڃي ۽ اتي ئي هن سان گڏجي رهڻ لڳو. انهيءَ دوران ڪيس جڏهن بہ ڪاوڙ ايندي هئي، هو وڃي وڻ ۾ ڪوڪا ٺنبي ايندو هو. اهو سلسلو ٻن مهينن تائين هلندو رهيو. انهيءَ دوران انيل پنهنجي اندر ۾ ڪوڙ ساريون تبديليون محسوس ڪيون. هاڻي سندس ڪاوڙ جي سختي بہ گهٽ ٿي رهي هئي. ڪاوڙ وقت جيستائين هو وڻ تائين ڪوڪو ٺنبڻ وڃي، سندس ڪاوڙ ختم ٿي پئي وڃي. انيل کي محسوس ٿيو تہ اها تربيت هن کي بهتر انسان بڻائڻ ڏانهن هڪ هاڪاري وک آهي. هاڻي هو خوش ٿيڻ لڳو هو. ايستائين جو ٽن مهينن کانپوءِ ان عالم سڳوري کي چوڻ لڳو:

”سائين! آءٌ توهان جو ٿورائتو آهيان، جو توهان جي نصيحت تي عمل ڪندي، مون ڪاوڙ تي قابو ڪرڻ سکي ورتو آهي. ڪوڪي ٺنبڻ جي ڪم مون کي اهو سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي تہ آءٌ ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين يا ڪهڙي سبب جي ڪري ڪاوڙ ڪندو هئس. جيئن تہ هاڻي مون پاڻ کي سمجهي ورتو آهي ۽ پنهنجي غلطيءَ کي درست ڪيو آهي، انهيءَ ڪري هاڻي آءٌ گهر وڃڻ جي موڪل وٺان ٿو“.

عالم سڳورو انيل جون ڳالهيون ٻڌي مرڪي ڏنو. انيل گهر ڏانهن وڃڻ لڳو، تہ عالم سڳوري انيل کي سڏ ڪيو ۽ چيائينس تہ ”هل تہ اسان هلي ان وڻ جو جائزو وٺون“.

انيل ۽ عالم ان وڻ وٽ ويا. عالم انيل کي چيو تہ ”هن وڻ ۾ لڳل سيئي ڪوڪا ٻاهر ڪڍ“. انيل حيرانيءَ وچان عالم ڏانهن ڏٺو، پر ان جو حڪم مڃيندي اڳتي وڌيو ۽ هڪ هڪ ڪري سيئي ڪوڪا ان وڻ مان ٻاهر ڪڍيا.

وڻ تي ڪوڪن لڳڻ جي ڪري بيشمار سوراخن ڏانهن اشارو ڪندي، عالم چيو: ”ڏس پُٽ! توکي جيترا سوراخ هن وڻ ۾ نظر اچي رهيا آهن، شايد ان کان بہ وڌيڪ تڪليف ماڻهن کي تنهنجي ڪاوڙ جي ڪري تي هجي. هاڻي جيڪو تي گذريو، پر تون مالڪِ حقيقيءَ کان معافي وٺ تہ هو توکي معاف ڪري ان برائيءَ مان نجات ڏياري“.

انيل جون اکيون آليون ٿي چڪيون هيون ۽ هو دل ئي دل ۾ پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ کان معافي گهري رهيو هو.

## سبق جو خلاصو

- جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن بري عادت کي ڇڏڻ جو پڪو ارادو ڪندو تہ هو ان کي ڇڏي سگهي ٿو.
- ڪنهن بہ برائيءَ کي ڇڏڻ لاءِ ان جي علاج ڳولهڻ جي ضرورت آهي.
- نيڪ ۽ سمجهدار ماڻهن جي صحبت ۾ رهڻ سان برائيءَ کي ڇڏڻ آسان بڻجندو آهي.

## 3- هڪ نوجوان جي پنهنجي دوست جي مالڪياڻيءَ سان ڳالهه ٻولهه

فردين ۽ سندس ساٿي اعليٰ ثانوي ڪلاس جي امتحانن مان فارغ ٿيا تہ سوچيائون تہ اڳئين ڪلاس ۾ وڃڻ لاءِ ڇهن ڪان اٺن مهينن جو وقت پيو آهي، چونہ ان وقت ۾ هو ڪنهن ڪم ڪرڻ جو تجربو حاصل ڪن، تہ جيئن اهو ڪين ايندڙ وقتن ۾ ڪم اچي ۽ ان سان گڏ ڪجهہ پئسا بہ گڏ ٿين، جن مان پنهنجي والدين جي مدد ڪري سگهن.

اهو سوچي، سڀني دوستن پنهنجي لاءِ مناسب ڪم ڏسڻ شروع ڪيو. فردين اها ڳالهہ پنهنجي والدين کي ٻڌائي، تہ جيئن ڪانئن راءِ معلوم ڪري. سندس والدين خوش ٿيا تہ فردين هاڻي ڪان ئي ذميداريءَ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو آهي ۽ ڪم ڪرڻ چاهي پيو.

اڳئين ڏينهن فردين جي پيءُ کيس پنهنجي هڪ دوست فتح سنگهہ وٽ ڪم تي موڪليو. فتح سنگهہ سنو شخص هو. هن جي آفيس ۾ ڪمپيوٽر آپريٽر جي ضرورت هئي، ان ڪري هن فردين ڪان بنا انٽرويو وٺڻ جي ڪم تي رکي ڇڏيو. اهو طي ڪيو ويو تہ صبح جو 9 بجي ڪان 12 بجي تائين دفتر جي ڊيوٽي ڪندو ۽ ڪاڏي ڪان پوءِ 2 بجي ڪان 3 بجي تائين سندس گهرواريءَ کي گهر ۾ ڪمپيوٽر تي انٽرنيٽ ۽ اِي ميل وغيره سيکارڻ جي ذميداري پڻ هوندي. گهر اچي، فردين پنهنجي والدين کي ڪم جي نوعيت ۽ پگهار جي باري ۾ ٻڌايو تہ اهي خوش ٿيا.

ٻئي ڏينهن فردين ڪم شروع ڪيو. فتح سنگهہ صاحب ۽ سندس گهرواري ٻئي فردين جي ڪم مان ڏاڍو خوش ٿيا. ائين ڏيڍ مهينو گذري ويو ۽ فردين جو ڪم هلندو رهيو.

هڪ ڏينهن فردين پنهنجي ڪم مان فارغ ٿي لڳ ڀڳ ڇئين بجي گهر ڏانهن وڃي رهيو هو تہ رستي ۾ کيس خيال آيو تہ ڇو نہ هو پنهنجي مالڪياڻيءَ ڪان پنهنجي ڪارڪردگيءَ بابت معلومات حاصل ڪري. اهو سوچي،

هو پنهنجي دوست ڊنشا جي گهر ويو ۽ کيس پنهنجو مقصد ٻڌايائين. هن دوست کي چيو ته هو نوڪري وٺڻ لاءِ بيگم فتح سنگهه کي فون ڪري ته جيئن ان کان منهنجي ڪارڪردگيءَ جي باري ۾ ڄاڻ ملي سگهي. ڊنشا هڪ دڪان تان مالڪ کان ٽيليفون استعمال ڪرڻ جي موڪل ورتي ۽ فتح سنگهه صاحب جي گهر فون ڪيو. ٻئي طرف فتح سنگهه صاحب جي گهرواري هئي. ڊنشا ادب سان کيس سلام ڪندي پڇيو:

ڊنشا: بيگم صاحبه! مون ٻڌو آهي ته توهان جي گهر ۾ ڪمپيوٽر آپريٽر جي جاءِ خالي آهي. جيڪڏهن توهان چاهيو ته مون کي رکو. مون سٺن نمبرن ۾ امتحان پاس ڪيو آهي.

بيگم صاحبه: وڏي مهرباني پُٽ! پر اسان هاڻي هڪ نوجوان کي ڪمپيوٽر سيکارڻ جي ڪم تي رکي ڇڏيو آهي.

ڊنشا: (معصوماڻي انداز ۾) بيگم صاحبه! يقين ڄاڻو ته آءٌ چڱيءَ ريت ڪمپيوٽر هلائڻ ڄاڻان ٿو. جيڪڏهن توهان چاهيو ته منهنجي ڪم جي باري ۾ ٻين کان معلومات حاصل ڪري سگهو ٿا. مهرباني ڪري مون کي نوڪري ڏيو.

بيگم صاحبه: پُٽ! جيڪو نوجوان اسان وٽ ڪم ڪري رهيو آهي، اهو پڻ ڏاڍو لائق آهي ۽ اسين سندس ڪم مان خوش آهيون. اهو روزانو پابنديءَ سان مون کي هڪ ڪلاڪ پڙهائيندو آهي.

ڊنشا: بيگم صاحبه! جيڪڏهن توهان چاهيو ته آءٌ ٻه ڪلاڪ توهان کي پڙهائيندس ۽ جيڪڏهن توهان چاهيو ته آءٌ موڪل جي ڏينهن به ايندس، پر مهرباني ڪري مون کي نوڪري ڏيو.

بيگم صاحبه: وڏي مهرباني پُٽ! جيڪو نوجوان اسان کي پڙهائيندو آهي، آءٌ ان جي ڪم مان ۽ انجي طور طريقن مان مطمئن آهيان، ته پوءِ ڀلا هن کي ڇو ڪڍان؟ تون به سٺو آهين ته ڪنهن ٻئي هنڌ نوڪريءَ لاءِ درخواست موڪل، توکي ضرور ڪا سٺي نوڪري ملندي.

ڊنشا: تمام گهڻي مهرباني بيگم صاحبه.

ائين چئي ڊنشا فون رکي ڇڏيو ۽ دڪاندار کي پئسا ڏئي واپس موٽڻ لڳو. هو خوشيءَ جي ڪري مرڪي رهيو هو.

ٻئي طرف دوڪان جو مالڪ اها سموري ڳالهه ٻولهه ٻڌي رهيو هو ۽ حيران هو ته نوڪري نه ملڻ تي به هيءُ نوجوان مرڪي رهيو آهي. سندس دل ۾ ڊنشا جي لاءِ رحم پيدا ٿي پيو ۽ هن ڊنشا کي چيو:

دڪاندار: پُٽ! گهڻي دير کان تنهنجي ڳالهه ٻولهه ٻڌي رهيو هئس. مون اهو به ڏٺو ته تون وڏي اخلاق سان پنهنجي ڪم جي تلاش ۾ هئين. تنهنجي سوچ مثبت آهي ۽ تنهنجو ڪم تعريف جوڳو آهي. جيڪڏهن تون چاهين ته منهنجي دوڪان ۾ نوڪري ڪري سگهين ٿو. مون کي تو جهڙي نوجوان جي گهرج آهي.

ڊنشا: سائين! اصل ۾ مون پنهنجي هڪ دوست جي مالڪياڻيءَ کي فون ڪيو هو، ته جيئن آءٌ اهو ڄاڻان ته هوءَ ان جي ڪم مان مطمئن آهي يا نه.

دڪاندار: پوءِ توکي ڇا معلوم ٿيو؟

ڊنشا: مون کي خبر پئجي وئي ته منهنجي دوست جي مالڪياڻي هن جي ڪم مان خوش آهي.

ٻارؤ! فردين جهڙن ماڻهن جو مثال تمام گهٽ ملي ٿو، جيڪي پنهنجي ڪم ۽ پنهنجي تجربن جو جائزو وٺندا رهندا هجن. اصل ۾ اهي ئي اهڙا قيمتي اصول آهن، جن جي ڪري اسين پنهنجي ۽ ٻين جي زندگين ۾ خوشي آڻي سگهون ٿا.

## سبق جو خلاصو

- اسان کي گهرجي ته اسين پنهنجن ڪمن جو جائزو وٺندا رهون ته جيئن خامين جي اصلاح ٿي سگهي.
- پنهنجن ڪمن جو جائزو وٺڻ سان پنهنجو اطمينان ۽ ٻين جو اعتماد وڌي وڃي ٿو.

## -4 نيٺ ڏاڏو، پوٽي کان سکڻ لڳو

راج کي اڳئين مهيني هڪ ڪمپيوٽر سافٽ ويئر ڪمپني (Computer Software Company) ۾ نوڪري ملي هئي. جڏهن کيس پگهار ملي ته هن ان مان هڪ موبائل ورتي، واپسي تي گهر پهچي هن سيني گهر وارن کي سلام ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي ڏاڏي وٽ آيو ۽ کيس چيائين ته ڏاڏا سائين! نوڪري ملڻ جي خوشيءَ ۾ منهنجي طرفان هي هڪ ننڍو تحفو قبول ڪجو.

راج جي ڏاڏي، سيني گهر وارن کي سڏ ڪيو ۽ خوش ٿيندي ٻڌايائين ته راج کيس هڪ سني موبائل وني ڏني آهي. جيئن ئي ڏاڏي گهر وارن کي موبائل ڏيکاري ته اهي چوڻ لڳا:

”ڏاڏا سائين! ٻڌايو ته پلا، هن پيري اوهان موبائل استعمال ڪندا يا اڳي وانگر واپس ڪري ڇڏيندا“.

ڪجهه دير جي خاموشيءَ کان پوءِ ڏاڏا سائين مرڪي چوڻ لڳو:

”جيئن ته هيءُ تحفو مون کي پنهنجي پياري پوٽي ڏنو آهي، پلا آءٌ ان کي استعمال چو نه ڪندس. هاڻي ته مون کي موبائل ضرور استعمال ڪرڻي پوندي“.

ڏاڏي جي انهيءَ ڳالهه تي سيئي گهر وارا خوش ٿيا. ڏاڏي، راج کي گهڻيون دعائون ڪيون ۽ ان سان گڏوگڏ بابا ۽ امان جو به شڪريو ادا ڪيو. راج ڏاڏي کي ٻڌايو ته:

”ڏاڏا سائين! هن موبائل جا اڻ ڳڻيا فائدا آهن. سڀ کان بنيادي ڳالهه هيءَ آهي ته توهان جڏهن به چاهيندا، پنهنجن ويجهن مائٽن سان يا جيڪي اوهان کي ياد اچن، انهن کي فون ڪري سگهو ٿا. ان لاءِ موبائل ۾ نمبر

درج ٿيل هجڻ گهرجن. ان کان سواءِ موبائل جي ذريعي اوهان ٻين کي ضروري نياپا بہ موڪلي سگهو ٿا جن کي اسان ايس ايم ايس يعني short messaging service چوندا آهيون. اڄ هر هڪ ٻئي سان SMS ذريعي رابطي ۾ آهي“.

ڏاڏا سائينءَ راڄ کان پڇيو تہ ”پلا ان ۾ ڪيترن پئسن جي ضرورت آهي؟“ راڄ جواب ڏيندي چيو:

”اسان کي موبائل ۾ بئلنس وجهڻو پوندو. جنهن جا ٻہ طريقا آهن: هڪ Prepaid يعني اڳ ۾ پئسا وجهي پوءِ فون يا پيغامن ذريعي ڳالهائڻ ۽ ٻيو Post paid يعني فون ۽ پيغامن ذريعي

ڳالهائڻ کان پوءِ بل ادا ڪرڻ. اهي ٻئي اختيار اسان استعمال ڪري سگهون ٿا“ پر موبائل کي هلائڻ لاءِ وقت سر چارج ڪرڻ بہ ضروري آهي جو تہ اها بيٽري تي هلندي آهي.

موبائل جا وڌيڪ فائدا ٻڌائيندي راڄ چيو:

”موبائل ۾ بيشمار اختيار (Options) آهن. مثال طور توهان پنهنجي وٽندڙ ڌن (Tune) رکي سگهو ٿا. توهان ڪنهن خاص وقت لاءِ گهنٽي (Alarm) بہ مقرر ڪري سگهو ٿا ۽ جڏهن توهان آرام ڪري رهيا هجو تہ ان فون کي خاموش (silent mode) بہ ڪري سگهو ٿا، تہ جيئن اوهان کي ڪو پريشان نہ ڪري سگهي. راڄ هڪ گيت ٻڌرائيندي چيو تہ توهان هن موبائل ۾ پنهنجي پسند جا گيت بہ رڪارڊ ڪرائي سگهو ٿا ۽ جڏهن چاهيو تہ پنهنجو يا ڪنهن ٻئي جو فوٽو بہ ڪڍي سگهو ٿا“.

ڏاڏا سائين راڄ کي چيو:

”پُٽ! تنهنجيون اهي سيئي ڳالهيون ٺيڪ آهن، پر هن عمر ۾ آءٌ هڪ وقت ۾ سيئي ڳالهيون تہ ياد نہ رکي سگهندس. تون روزانو رات جي مانيءَ کان پوءِ مون کي موبائل جون ڪجهہ ڳالهيون سيکاريندو رهجانءِ. انهن اختيارن (Options) بابت جيئن جيئن ڄاڻ ملندي رهندي، تہ آءٌ موبائل کي استعمال ڪرڻ سکي ويندس“.

راج موبائل بند ڪندي چيو تہ ”نيڪ آهي ڏاڏا سائين! آءٌ روزانو اوهان ڪي ڪجهہ وقت موبائل جو استعمال سيکاريندو رهندس“. ٻئي ڏينهن راج پنهنجي ڏاڏي وٽ آيو ۽ ڪيس موبائل هلائڻ ۽ ان جي مختلف شين ڏسڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي مشق ڪرائي. ۽ ڪيس چوڻ لڳو: ڏاڏا سائين! ڏسو موبائل جا ڪيترا نہ فائدا آهن!؟

ڏاڏا سائين چوڻ لڳو:

”هائو پُٽ! دنيا ڏاڍي تيزيءَ سان ترقي ڪري رهي آهي. هاڻي اهو ضروري آهي تہ اسان بہ وقت سان گڏ هلڻ شروع ڪريون“.

راج، ڏاڏا سائينءَ کي ٻڌائڻ لڳو:

”ڏاڏا سائين! هاڻي اسان لاءِ هڪ ٻئي سان رابطي ۾ رهڻ بيحد آسان ٿي پيو آهي. ماڻهو پنهنجا حال احوال ۽ ڪم ڪاريون SMS، Chatting، اِي ميل (E-mail)، واٽس ايپ (Whats App)، ٽيوٽر ۽ فيس بوڪ (Facebook) جي ذريعي تمام سولائي سان پاڻ ۾ هڪ ٻئي تائين پهچائي سگهي ٿو. اڄ انهن ذريعن سان معلومات ۾ واڌارو ٿي رهيو آهي. تعليم جي ميدان کان سواءِ واپار، سياست ۽ ذرائع ابلاغ (Media) بہ انهن ذريعن وسيلي ترقي ڪئي آهي“.

ڏاڏا سائين چوڻ لڳو:

”تون نيڪ ٿو چوين پُٽ! اڄ دنيا سُسي، عالمي ڳوٺ (Global village) جي شڪل اختيار ڪري چڪي آهي، جنهن ۾ ٽيڪنالاجيءَ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اڄ جي دور کي ”سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو دور“ چئجي ٿو. هن عالمي ڳوٺ جي ڪري نہ صرف زميني فاصلا گهٽيا آهن، پر هاڻي تہ منٽن ۾ پري پري ويٺل ماڻهن کان آسانيءَ سان رابطو رکي سگهجي ٿو. اڄ مون کي پنهنجي ننڍپڻ وارو دؤر ۽ پنهنجا پراڻا دوست ياد پيا اچن، جن مان ڪجهہ تہ ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي رهيا آهن، دل گهرندي آهي تہ آءٌ ساڻن رابطو رکان، ساڻن ڳالهايان، پر اڳي موبائل کان سواءِ ائين ڪرڻ سولو نہ هو“.

راج ڏاڏا کي سمجهائيندي چيو:

”ڏاڏا سائين! هاڻي تہ پنهنجي لاءِ ائين ڪرڻ تمام سولو ٿي پيو اسان انهن سان ڪچهري ڪري سگهون ٿا. جيڪڏهن توهان وٽ انهن جا رابطي نمبر موجود آهن تہ توهان انهن سان هن موبائل فون جي ذريعي نہ صرف ڳالهائي سگهو ٿا، پر انهن کي پنهنجي سامهون ڏسي بہ سگهو ٿا، جيئن پاڻ گڏجي هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا ڳالهايون“.

ڏاڏا سائين راج جي سمجهائڻ تي موبائل ذريعي پنهنجي هڪ پراڻي دوست سان خوب ڪچهري ڪئي ۽ پوءِ خوش ٿيندي چيو:

”شاباس راج پُٽ! تون تہ منهنجا گهڻا مونجهارا حل ڪري ڇڏيا آهن“.

## سبق جو خلاصو

- موجوده زمانو سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو زمانو آهي، انهيءَ ڪري ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ اهم ٽيڪنالاجيءَ مان فائدو حاصل ڪجي.
- سڄ سماءَ جي ڪري دنيا جا مختلف ماڻهو ۽ سماج هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي چڪا آهن.
- ٽيڪنيڪل اوزار سکڻ ۽ انهن کي استعمال ڪرڻ سان مختلف ڪم سولا ٿي پون ٿا.

## 5- زبان جي نرمي

نرم ۽ جهيڙي انداز سان ڳالهائڻ جا وڏا فائدا آهن. جهيڙي آواز ۾ ڳالهائيندڙ شخص اڳيئين شخص تائين پنهنجو مقصد تمام سولائيءَ سان پهچائي سگهي ٿو، جيڪو ٻڌڻ واري کي سنو لڳي ٿو. ان سان گڏ اهڙي گفتگو ٻڌندڙ کي غور ويچار تي پڻ آماده ڪري ٿي. ان جي ابتڙ ڏاڍيان ڳالهائڻ سان نه صرف ماحول ۾ گدلاڻ ٿئي ٿي، پر ان سان ٻڌندڙن کي پڻ ڏکيائي ٿئي ٿي. ان کان سواءِ آواز جذباتي ۽ نفسياتي لحاظ سان ماحول کي خراب ڪري ٿو. گهٽي پاڳي اهو ڏٺو ويو آهي ته تيز آواز ۾ ٿيندڙ ڳالهه ٻولهه جو خاتمو لڙائي جهڳڙي جي صورت ۾ هوندو آهي.

تاريخ شاهد آهي ته پيغمبرن، ماڻهن کي پيار، محبت، نرم لهجي ۽ مٺي زبان سان دين تي عمل ڪرڻ جي دعوت ڏني آهي. توهان پنهنجي زندگيءَ ۾ اها ڳالهه ضرور ڏٺي هوندي ته وڏا وڏا مسئلا نرم زبان استعمال ڪرڻ سان حل ٿيندا آهن. جڏهن ته رڙيون ڪرڻ ۽ ڏاڍيان ڳالهائڻ سان غلط فهمي به وڌن جهڳڙن ۾ تبديل ٿئي ٿي.

ڏاهن ماڻهن نصيحت ڪئي آهي ته ”جيڪڏهن دلين کي کٽڻ چاهيو ٿا ته زبان کي مٺو رکو ته سيئي ماڻهو توهان جا فرمانبردار بڻجي پوندا“.

صحيح لهجي ۽ مٺي زبان استعمال ڪرڻ جا بيشمار فائدا آهن، جن مان سڀ کان اهم فائدو اهو آهي ته اسان کي ماڻهو پسند ڪندا ۽ اسان سان دوستي ڪرڻ چاهيندا. نه رڳو پنهنجن ۾، پر پراون ۾ به پنهنجي مٺي زبان ۽ نرم لهجي جي ڪري اسان کي عزت ملندي. گهر وارا به اسان سان پيار ۽ محبت سان پيش ايندا ۽ سماج ۾ به اسان کي عزت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو. اهي سيئي خوبيون اسان جي شخصيت جي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون.

اسان کي هن ڳالهه جو پڻ جائزو وٺڻ گهرجي ته عام طور تي اسين ماڻهن سان ڪهڙيءَ طرح ڳالهايون ٿا. ڳالهائڻ وقت گفتگوءَ جي ڪهڙن ڪهڙن ادبن کي نظر ۾ رکون ٿا. ٻئي کي مخاطِب ٿيڻ وقت ”توهان“ يا ”تون“ يا ڪنهن جو نالو ڪهڙي نموني سان وٺون ٿا. اسان کي ان ڳالهه جو پڻ جائزو وٺڻ گهرجي

تہ اسان پاڻ کان وڏن سان تميز ۽ ادب سان پيش اچون ٿا يا نہ. پاڻ کان ننڍن سان محبت سان ڳالهايون ٿا يا نہ ۽ سڀ کان اهم سوال، جيڪو اسان کي پاڻ کان پڇڻ گهرجي تہ ڇا اسين پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ جي طريقي مان مطمئن آهيون يا نہ. قرآن مجيد ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

**ترجمو: "۽ ماڻهن سان سهڻو ڳالهايو".** (سورة البقره: آيت 83)

ٻارؤ! نرم ۽ مٺي زبان اسان جي مجموعي ڪردار ۾ روشن مينار وانگر آهي. روشنيءَ جو مينار تمام پري کان واٽهڙن کي منزل جو ڏس ڏئي ٿو. ان سان اميد ۽ اڳتي وڌڻ جي خواهش کي وڌائي سگهجي ٿو.

## سبق جو خلاصو

- نرم زبان انسان کي ٻين جو وفادار دوست بڻائي ٿي ۽ اها خوبي سٺي اخلاق جي ضامن آهي.
- پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ سان اسان ٻين جي دل کٽي سگهون ٿا. مطلب تہ اسان کي پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ جي انداز جو خاص خيال رکڻ گهرجي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) آڪاڻي "عالم جي نصيحت" مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

(2) عالمَ، انيل کي ڪهڙيون نصيحتون ڪيون؟

(3) نوجوان ۽ سندس دوست جي مالڪياڻيءَ جي وچ ۾ ٿيل ڳالھ ٻولھ مان توهان ڪهڙو سبق سکيو؟

(4) پنهنجن لفظن ۾ واضح ڪريو "جيڪڏهن دلين کي کٽڻ چاهيو ٿا ته زبان کي مٺو رکو".

### 2- هيٺين سوالن جا تفصيلي جوابَ لکو:

(1) اسان جي روزاني جي زندگيءَ ۾ گفتگوءَ جي آداب جي ڪهڙي اهميت آهي؟ مثالن ذريعي ٻڌايو.

(2) موبائل جا اسان جي زندگيءَ تي ڪهڙا مثبت ۽ منفي اثر مرتب ٿين ٿا. تفصيل سان وضاحت ڪريو.

(3) "نرم زبان"، "مٺا لفظ" جهڙن عنوانن تي فلسفين ۽ بزرگن جا قول گڏ ڪري هڪ ڪتابڙي جي صورت ۾ تيار ڪريو ۽ ڪلاس ۾ هڪ ٻئي کي ٻڌايو.

### 3- ڳالھ ٻولھ جا نُڪتا:

هيٺين نڪتن تي ڳالھ ٻولھ ڪريو:

- گفتگو وقت ۽ هنڌ جي مناسبت سان ٿيندي آهي.
- ٽيڪنالاجي فاصلن کي گهٽ ڪري ڇڏيو آهي ۽ رابطن کي وڌايو آهي.

### 4- "گفتگوءَ جا آداب" کي نظر ۾ رکندي هن عنوان ۾ ڏنل ٽن ڪهاڻين کي ڊرامائي انداز ۾ پيش ڪريو.

5- هن باب مان پنهنجا وٽندڙ ٻہ اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثر ٿيا هجو:

(1) ________________________________

(2) ________________________________

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان "آداب گفتگو" بابت بحث مباحثو debate ڪرايو، جنهن ۾ انهن سيني ڳالهين جون هدايتون ڏيو تہ لفظن جي چوندَ ۽ شعر جي ادائگي ڪيئن ڪبي آهي.
- شاگردن ۽شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي "آدابِ گفتگو" بابت شاعريءَ جي مجلس منعقد ڪن ۽ سيئي شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي پسنديده شاعرن جا نظم يا گيت پيش ڪن.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| **لفظَ** | **معنيٰ** | **لفظَ** | **معنيٰ** |
| ڏاهو | عقلمند، سياڻو | هاڪاري | مُثبت |
| سماج | معاشرو | خامي (ج) خاميون | عيب |
| ناتو | تعلّق | اِعتماد | ڀروسو |
| سُڌسماء | اطلاع | اڻ ڳڻيا | بيشمار، گهڻا |
| ڪُڻنب | قبيلو | مونجهارا | پريشانيون، ڳڻتيون |
| ترڪيب | طريقو | ويس | پوشاڪ، لباس، نمونو |
| ڇوٽڪارو | نجات | جهيڻو | ڄهڪو، نرم |
| ويچارڻ | سوچڻ، غور ڪرڻ | واٽهڙُو | مسافر، واٽ ويندڙ |
| ڏوڪڙ | پئسا | | |

## 6- پنهنجي عمل سان ٻين جي مدد ڪرڻ عبادت آهي

هيءَ ڳالهه گذريل سال جي آهي، جڏهن ستين ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين اسڪول ۾ يوم آزاديءَ جي حوالي سان هڪ پروگرام ترتيب ڏنو. استادن ۽ پرنسپل جي اجازت سان هنن سيڪنڊري اسڪول جي سيني ڪلاسن کان 20- 20 رپيا گڏ ڪرڻ جي اجازت ورتي هئي. ستين ڪلاس جي ٻارن جو خيال هو ته جيڪي پئسا گڏ ٿين، ان مان پروگرام جي خرچ ڪڍڻ کان پوءِ استادن ۽ ٻارن لاءِ تحفا به ورتا ويندا. هنن هر ڪلاس مان هڪ نمائندو چونڊيو هو ته جيئن اهو پنهنجي ڪلاس جي ٻارن کان پئسا گڏ ڪري، ستين ڪلاس جي شاگردن اپيجت ۽ عاطف کي ڏين، چاڪاڻ ته اهي ٻئي سڄي پروگرام جون ذميداريون سنڀالي رهيا هئا.

اسڪول ۾ سيني استادن تياريءَ لاءِ هڪ هفتو مخصوص ڪيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ پڙهائيءَ بدران پروگرام جون تياريون مثال طور ڊراما، رول پلي، تقريرون، ثقافتي ويس ۾ ناچ ۽ مزاحيه خاڪا ٿي رهيا هئا. ٻارن سان گڏ استاد به مختلف ڪميٽين ۾ پنهنجون خدمتون انجام ڏئي رهيا هئا.

تياريون زور سان ٿي رهيون هيون. جشن وانگر منظر پئي نظر آيو. مقابلي سان گڏ انتظاميه ٻارن جي ڪاڏي پيتي ۽ راند روند لاءِ پينگهن جو به بندوبست ڪيو هو. نيٺ يوم آزاديءَ جي جشن کان هڪ ڏينهن اڳ سڀ تياريون مڪمل ٿي چڪيون هيون. تنبو به لڳي چڪا هئا. پوري ميدان ۾ ڪرسيون موجود هيون. اسٽيج به تيار هو. هاڻي صرف روشنيءَ جو بندوبست ڪرڻو هو.

ڇهين، ستين ۽ اٺين ڪلاسن جي سيني استادن يوم آزاديءَ جي انتظاميہ ڪميٽيءَ سان گڏجي هڪ خاص ميٽنگ منعقد ڪئي ۽ ان ڳالھ جو ذڪر ڪيو تہ ڪجھ ٻارن جي والدين جي مالي حالت ڪافي ڪمزور آهي. انهيءَ ڪري ٻارن کان 20- 20 رپيا گڏ ڪرڻ تي زور نہ ڀريو وڃي. استادن انتظاميہ ڪميٽيءَ کي خاص هدايتون ڏنيون تہ استادن لاءِ تحفا نہ ورتا وڃن، تہ جيئن جيڪا رقم گڏ ٿئي، ان مان پروگرام جو سمورو خرچ پورو ڪري سگهجي.

انتظاميہ ڪميٽيءَ جي سربراھ عاطف ۽ اپيجت هر ڪلاس جي مانيٽر کي گهرائي چيو: ”پنهنجي ڪلاس جا اهي شاگرد، جيڪي پروگرام لاءِ 20 - 20 رپيا جمع ڪرائين، انهن کان اهي پئسا وٺي سندن نالن جي لسٽ تيار ڪريو ۽ هر هر پئسن بابت اعلان ڪرڻ کان پاسو ڪريو“. عاطف ۽ اپيجت سيني مانيٽرن کي خاص طور تي اهو تاڪيد پڻ ڪيو تہ اهي ان لسٽ کي ڳجهو رکن، تہ جيئن ڪنهن ٻار کي خبر نہ پئجي سگهي تہ ڪنهن پئسا ڏنا آهن ۽ ڪنهن ناهن ڏنا.

جيتري رقم گڏ ٿي، انتظاميہ ڪميٽيءَ ان مان روشني ڪرڻ جو سامان ورتو. پوءِ جيڪا رقم باقي بچي، ان کي اسڪول جي فنڊ ۾ گڏائي، کاڌي پيتي جو سامان ورتو.

ڇهين ڪلاس جي هڪ ڇوڪري اپيجت ۽ عاطف وٽ پهتي ۽ انهن کي ٻڌايو تہ سندس ڪلاس جا ٻہ ڀائر سنيل ۽ انيل پورو هفتو اسڪول ناهن آيا، نہ ئي انهن 20- 20 رپيا جمع ڪرايا آهن. توهان انهن ٻارن جي والدين کي فون ڪريو. اپيجت ۽ عاطف هيڊماسٽر وٽ پهتا ۽ کيس اها ڳالھ ٻڌايائون. هيڊماسٽر آفيس مان معلوم ڪيو تہ خبر پئي تہ سنيل ۽ انيل جي گهر فون ناهي، هو ڳوٺ ۾ رهندا آهن. هن اپيجت ۽ عاطف کي انهن ٻارن جي گهر موڪليو تہ جيئن انهن کان خير خيريت پڇا ڪري سگهن.

جڏهن عاطف ۽ اپيجت انهن ٻارن جي گهر پهتا تہ ڪين اهو ٻُڌي ڏاڍو ڏک ٿيو تہ هنن وٽ تہ کائڻ لاءِ بہ پئسا ناهن ۽ اهي يوم آزاديءَ جي جشن لاءِ 20- 20 رپيا نہ پيا ڏئي سگهن، جنهن ڪري هو هڪ هفتي کان اسڪول بہ نہ پئي آيا. اپيجت ۽ عاطف اسڪول وڃي اها ڳالھ هيڊماسٽر صاحب کي ٻڌائي. جڏهن هن اها ڳالھ ٻڌي تہ کيس ڏک پهتو پوءِ هن جشن آزاديءَ جي موقعي تي گڏ ٿيل ٻارن جا سمورا پئسا سنيل ۽ انيل جي والدين کي ڏنا تہ جيئن هو ٻارن جي کاڌي پيتي

جو انتظام ڪن ۽ جشن آزاديءَ جي تقريب ۾ شامل ٿين.

تقريب ۾ سنيل ۽ انيل پنهنجي والدين سان گڏ شامل ٿيا ۽ آخر ۾ ڊائيس تي اچي، سيني ٻارن، استادن ۽ هيڊماستر صاحب جو شڪريو ادا ڪيائون، جن ڏکئي وقت ۾ سندن مدد ڪئي.

## سبق جو خلاصو

- ٻين جي خوشيءَ لاءِ مدد ڪرڻ عبادت آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) توهان پنهنجي غريب ڪلاس وارن جي مدد ڪيئن ڪندا آهيو؟

(2) ڪلاس ۾ ڪوبہ مثال پيش ڪريو، جنهن ۾ توهان ٻئي جي مالي مدد ڪئي هجي ۽ پنهنجن لفظن ۽ رويي سان ان جي دل ڪٽي هجي.

(3) استادن عاطف ۽ ايپجن کي پئسن لاءِ هر هر اعلان ڪرڻ کان ڇو روڪيو؟

(4) نيڪي ۽ پرهيزگاريءَ سان گڏوگڏ هيءُ ڏڻ ڪهڙن اهم پيغامن جي نشاندهي ڪري ٿو؟

### 2- هيٺين سوالن جا تفصيلي جوابَ لکو:

(1) توهان جي خيال ۾ هيڊماستر صاحب پروگرام لاءِ گڏ ٿيل پئسا سنيل ۽ انيل جي والدين کي ڏئي صحيح فيصلو ڪيو؟ دليلن سان واضح ڪريو.

(2) توهان جي خيال ۾ اسان پنهنجي غريب ساٿين جي مدد ڪهڙيءَ طرح ڪري سگهون ٿا؟ وضاحت ڪريو.

### 3- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- ڏڪئي وقت ۾ ڪنهن غريب شخص جي مدد ڪرڻ.
- اسڪول ۾ جشن آزادي جي تقريب تي هڪ ٻئي سان ڳالهه ٻولهه ڪريو.

### 4- پنهنجي سينئر ڪلاس جي الوداعي پارٽيءَ کي ڊرامائي شڪل ۾ پيش ڪريو.

### 5- هن سبق مان پنهنجا وڻندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ________________________________________

(2) ________________________________________

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کان جشن آزاديءَ جي متعلق مباحثو (debate)ڪرايو، جنهن ۾ انهن سيني ڳالهين جون هدايتون ڏيو ته لفظن جي چونڊ ۽ شعر جي ادائگي ڪيئن ڪبي آهي.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي جشن آزاديءَ بابت ڪو نظم يا گيت پيش ڪن.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
| ثقافت | تهذيب | تقريب | مجلس، محفل |
| ويس | پوشاڪ، لباس | مُنعقد | مُقرر |

باب نائون

# شخصيتون

## 1- حضرت رابعہ بصري

### 1- تعارف

حضرت رابعہ بصري جي شخصيت عرب جي تاريخ ۾ ڄاتل سڃاتل آهي. آڳاٽي وقت ۾ عراق جو شهر بصره ديني علمن سان گڏوگڏ تهذيب ۽ تمدّن جو مرڪز هوندو هو. بصره مسلمانن جي ٻئي خليفي حضرت عمر رضي الله عنه جي دور خلافت ۾ آباد ڪيو ويو هو. هتي هڪ وڏي جامع مسجد اموي حاڪم زياد اسلامي طرز تي تيار ڪرائي هئي. بصره ۾ رهندڙ ماڻهن جي وڏي تعداد جو تعلق وچولي طبقي سان هو.

### 2- حالاتِ زندگي

حضرت رابعہ بصري هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿي، جتي سندس گهر وارن جي زندگي ڏکئي گذرندي هئي. حضرت رابعہ جي پيدائش 98 ھ يا 99 ھ ڌاري عراق جي شهر بصره ۾ ٿي. حضرت رابعہ جي پيدائش کان اڳ سندن والدين کي ٽي ڌيئرون هيون ۽ ان جو والد اسماعيل هڪ پٽ جي خواهش رکندو هو. جڏهن سندس گهر حضرت رابعہ پيدا ٿي تہ والدين انکي مالڪِ حقيقيءَ جو تحفو سمجهي قبول ڪيو. حضرت رابعہ ننڍپڻ ۾ ئي ڏاڍي ذهين ۽ سمجهدار هئي. هوءَ عام ڇوڪرين وانگر شين جي فرمائش نہ ڪندي هئي. جڏهن ڪاڏو ايندو هوتہ ٿورو کائيندي هئي. باقي ٻارن وانگر وڏا گراهہ نہ کائيندي هئي. فُرصت جي وقت هوءَ مالڪِ حقيقيءَ جي نعمتن جو شڪر ادا ڪندي هئي.

جڏهن رابعہ بصري پنجن سالن جي ٿي تہ ڪيس پنهنجي والدين جو وِڇوڙو ڏسڻو پيو ۽ والدين جي شفقت ڪان محروم ٿي وئي. هوءَ پنهنجين ڀينرن سان گڏجي مزدوري ڪري پنهنجي زندگي گذاريندي هئي. 105هہ ۾ جڏهن بصري ۾ ڏڪار آيو تہ لنگھڻ ڪاٽڻ جي صورتحال پيدا ٿي پئي. سيئي ماڻهو ڪاڏي جي تلاش ۾ هوندا هئا. هر طرف غربت ۽ بدحاليءَ جو دؤر هو. ان ماحول ۾ جڏهن بک ئي بُک هئي تہ چوريون ۽ ڦر لٽ ٿيڻ لڳي. هي چارئي ڀينرون چورن جي هٿ لڳيون، جن انهن کي هڪ واپاريءَ جي هٿ وڪرو ڪري ڪين ٻانهيون بڻائي ڇڏيو.

ننڍيءَ عمر ۾ ٻانهيءَ هجڻ جو بار برداشت ڪرڻ رابعہ بصريءَ لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو. هن مٿان ڏينهون ڏينهن پنهنجي مالڪ جو ظلم وڌندو ويو. هڪ ڏينهن رابعہ بصريءَ جي مالڪ هن کي مالڪِ حقيقيءَ جي سامهون دعائون ڪندي ٻُڌو:

> ”اي پروردگار! توکي خبر آهي تہ منهنجي دل تنهنجي فرمانبرداري ڪرڻ گھري ٿي. منهنجيون اکيون تنهنجي خدمت ۾ ٺٺيون هونديون آهن. جيڪڏهن معاملو منهنجي هٿن ۾ هجي ها تہ هڪ گھڙي بہ تنهنجي عبادت ڪان منهن نہ موڙيان ها، پر تون مون کي هڪ ظالم جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو آهي“.

رابعہ بصريءَ جو مالڪ سندس انهيءَ آھ ۽ پڪار واري ڪيفيت ڪان ڏڪي ويو ۽ کيس چوڻ لڳو:

> ”رابعہ! اَڄ پنهنجن ڏوهن جي معافي گھران ٿو. تون آزاد آهين، وٺئي تہ تون مون وٽ رھ ۽ جيڪڏهن چاهين تہ تون ڪنهن اهڙي هنڌ وڃي سگھين ٿي، جتي توکي سڪون ملي“.

رابعہ بصري اهو ٻڌي ٻئي هٿ ڊگھيڙي مالڪِ حقيقيءَ جو شڪر ادا ڪيو تہ هن کيس اهڙي ظلم مان نجات ڏياري، جنهن ۾ هوءَ پنهنجي والدين جي وفات ڪان پوءِ هر وقت مصيبتن ۾ مبتلا رهندي هئي. ڪجھ وقت بصره ۾ رهڻ ڪان پوءِ هوءَ ڪوفي ۾ رهڻ لڳي ۽ وري شام ملڪ مان ٿيندي نيٺ خانہ ڪعبه جي زيارت جو ڊگھو سفر شروع ڪيائين.

## 3- حضرت رابعہ بصريءَ جو ڪردار

رابعہ بصري ڏاڍي ذهين، هوشيار ۽ عقلمند هئي. ننڍپڻ کان ئي سندس طبيعت عبادت ۽ رياضت ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي جذبي سان ڀريل هئي. سندس پرهيزگاريءَ جي اها حالت هئي جو دنياوي ڪم ڪار مان واندڪائي ملندي ئي مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويندي هئي. سڄي سڄي رات مالڪِ حقيقيءَ جي ياد ۾ روئندي گذاريندي هئي. هوءَ چوندي هئي تہ ”اي نفس! تون ڪيستائين سُتو پيو هوندين ۽ ڪيستائين ڪونگهرا هڻندو رهندين“.

رابعہ بصريءَ جو دنيا مان منهن موڙڻ ۽ مالڪِ حقيقيءَ ڏانهن متوجہ رهڻ ان زماني جي روايت مطابق هو، جيئن تہ ان دور جا گهڻا مقدس بزرگ ائين ئي ڪندا هئا. اهڙن بزرگن لاءِ زُهد يعني پرهيزگاريءَ جو هنڌ هڪ پرسڪون غار هوندو هو. حضرت رابعہ بصريءَ جي دؤر ۾ زهد (پرهيزگاري) هڪ مستقل رواج بڻجي چڪو هو، جنهن جي باقاعدي تربيت ڏني ويندي هئي. جنهن جو باني حضرت حسن بصري هو.

رابعہ بصري پنهنجي زماني جي سيني زاهدن (پرهيزگارن) کان وڌيڪ اصول پرست هئي. هڪ ڏينهن ماڻهن هن کان پڇيو تہ ”مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڪيئن ڪرڻ گهرجي“؟ رابعہ بصريءَ جواب ڏنو:

> ”آءٌ چاهيان ٿي تہ ماڻهو جنت جي لالچ ۽ جهنم جي ڊپ کان مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت نہ ڪن، پر هن ڪي عبادت جو لائق مڃيندي، سندس عبادت ڪن“.

رابعہ بصري جڏهن بہ عبادت ۽ رياضت ۾ ويهندي هئي تہ گهڻو ڪري آهہ ۽ زاري ڪندي حضرت علي سائين جي دعا جا هي لفظ ورجائيندي رهندي هئي تہ:

> ”پروردگار! تنهنجي عزت جو قسم! آءٌ جنت جي لاءِ عبادت نہ ٿي ڪريان، پر تنهنجي محبت جي ڪري ائين پئي ڪريان. پروردگار! ڇا تون ان دل کي، جيڪا توسان محبت ڪري ٿي، ان زبان کي، جيڪا توکي ياد ڪري ٿي ۽ ان ٻانهي کي، جيڪو تنهنجي ياد کان ڊڄي ٿو، باهہ ۾ اڇلائيندين؟“

رابعہ بصري جي مالڪِ حقيقيءَ سان بي انتها محبت اسان لاءِ هڪ مثال آهي. هوءَ عبادت ۽ روحانيت جي ذريعي اعلىٰ درجي تي پهتي ۽ مالڪِ حقيقيءَ جو عشق حاصل ڪري ورتو. انهيءَ مناسبت سان هوءَ تاريخ ۾ "أمُّ الخير" (خير جو مرڪز) جي نالي سان مشهور آهي.

## 4- وفات

تاريخي ڪتابن موجب سندس وفات 180 ھ يا 185ھ ۾ ٿي.

- حضرت رابعہ بصري اسلامي دؤر جي عظيم شخصيتن مان هڪ آهي، جيڪا زهد ۽ تقوىٰ جي ڪري مشهور آهي. سندن عاجزي، انڪساري، مالڪِ حقيقيءَ لاءِ محبت ۽ ماڻهن جي اصلاح ڪري ڪيس تاريخ ۾ هڪ اهم درجو ڏنو ويو آهي.
- حضرت رابعہ بصري ماڻهن جي دلين ۾ مالڪِ حقيقيءَ جي محبت پيدا ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو. خاص طور تي جڏهن هوءَ جنت جي محبت ۽ دوزخ جي ڊپ ڪان پري ٿي، پنهنجو پاڻ ڪي عشقِ حقيقيءَ لاءِ مالڪِ حقيقيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. اهو صوفين جي عبادت جو طريقو آهي.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) چورن حضرت رابعہ بصري ۽ ان جي پيںرن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟
(2) حضرت رابعہ بصري جي مسلڪ جو بنياد ڪهڙيءَ ڳالهہ تي آهي؟
(3) تاريخ ۾ حضرت رابعہ بصري ڪهڙي نالي سان مشهور آهي؟

### 2- هيٺئين سوال جو تفصيلي جواب لکو:

- حضرت رابعہ بصريءَ جي شخصيت تي تفصيلي نوٽ لکو.

### 3- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- حضرت رابعہ بصري پنهنجي عبادت ۽ رياضت جي معاملي ۾ تمام سخت هئي.
- مالڪِ حقيقيءَ جي محبت ۾ حضرت رابعہ بصري جي چيل لفظن تي گفتگو ڪريو.

### 4- هن سبق مان پنهنجا وڏندڙ ٻہ اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ______________________________

(2) ______________________________

## اُستادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگرديائين کي همٿايو تہ اهي حضرت رابعہ بصريءَ جي سوانح عمريءَ تي معلومات گڏ ڪري مضمون تيار ڪن.
- حضرت رابعہ بصريءَ جي اهم پيغامن کي چارٽ تي لکي ڪلاس ۾ ٽنگيو.

| نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظَ | معنيٰ | لفظَ | معنيٰ |
| تهذيب | سڌارو، پاڪيزگي | وِڇوڙو | جُدائي، دُوري |
| تمدّن | سماجي زندگي | شَفقت | مهرباني، ڀلائي |
| فُرصت | واندڪائي، فراغت | لَنگهڻ | بُک، فاقو، بنا کاڌي |

# 2- زرتشت

## 1- تعارف

قديم اوستي ٻوليءَ ۾ هن مرڪب لفظ جي معنىٰ آهي ”سونهري اٺن جو مالڪ يا سنياليندڙ“. هيءَ معنىٰ ڪنهن جي امير هئڻ کي ظاهر ڪري ٿي. هن لفظ جي اشتقاق ۾ تمام گهڻو اختلاف آهي. زرتشت قديم ايران جو مذهبي اڳواڻ هو، جنهن انسانيت کي هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڪرڻ ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي هئي. مذهب زرتشت سندس نالي جي پٺيان سڃاتو وڃي ٿو.

## 2- حالاتِ زندگي

زرتشت جي پيدائش بابت مختلف روايتون آهن. گهڻوڪري هو ايران جي صوبي ”آزربائيجان“ ۾ 660 ق.م ۾ پيدا ٿيو. سندس پيدائش جو هنڌ شهر ”رَيّ“ آهي، ان جي پيءُ جو نالو ”پوراشاسپ“ ۽ ماءُ جو نالو ”گرواوسن“ هو. سندس والد ”سپتما“ خاندان مان هو.

## 3- شروعاتي تعليم

زرتشت پنهنجي دؤر جي مشهور استاد حڪيم ٻزاڪرزا (Bazakarza) کان شروعاتي تعليم حاصل ڪئي. ڏهن سالن جي گهٽ وقت ۾ بيشمار مذهبن جي علمن، پوکي راهي، جانورن جي سار سنڀال ۽ جراحيءَ جو ماهر ٿي ويو.

## 4- زرتشت جي جوانيءَ جا حالات

زرتشت جوانيءَ ۾ پير پائيندي پنهنجو پاڻ کي مخلوق جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. ڏڪايل ماڻهن جي مدد سندس پسنديده ڪم هو. سندس والدين جي مرضي اها هئي تہ هو اباڻو ڌنڌو يعني پوکي راهي ۽ جانورن جي سنڀال جو ڪم ڪري، پر زرتشت گڏرسفر جي جاکوڙ بدران مخلوق جي خدمت ڪرڻ کي پنهنجو نصب العين بڻايو.

## 5- معرفت حاصل ٿيڻ

جوانيءَ جي زماني کان ئي زرتشت پنهنجن ابن ڏاڏن جي مذهب کان مطمئن نہ هو. ان جي بدران هو مشاهدي ۽ تجربي تي يقين رکندو هو. هو اهو سوچي پريشان ٿيندو هو تہ انساني تڪليفن جو سرچشمو ڪٿي آهي؟ اهي ڇو ٿيون پيدا ٿين؟ ڇا انسان انهن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهي ٿو؟ اهي ڪهڙا طريقا ۽ ذريعا آهن، جيڪي انسان کي انهن مان نجات ڏياري سگهن ٿا؟ انهن سوالن جي حل لاءِ هن ويهن سالن جي عمر ۾ گهر کان موڪلائي، جابلو غار ۾ گوشہ نشيني اختيار ڪئي. تقريبًا ٽيهن سالن جي عمر ۾ کيس مالڪِ حقيقيءَ جي معرفت نصيب ٿي ۽ هن ستو سنئون "آهورا مزدا" کان اهي لفظ حاصل ڪيا، جيڪي سندس تعليمات ۽ "گاٿا" جو بنياد آهن. "گاٿا" اُهي مُقدّس نظمَ آهن، جيڪي زرتشتي روايت موجب پاڻ زرتشت لکيا هئا.

## 6- تبليغ

پنهنجي زماني ۾ موجود مظاهر پرستي ۽ شرڪ جي مخالفت ڪندي، زرتشت ماڻهن تائين توحيد جو پيغام پهچايو. هو پاڻ وحدانيت تي يقين رکندو هو. وٽس مالڪِ حقيقيءَ جو نالو "آهورا مزدا" هو. "آهور" جي معنىٰ آهي "مالڪ" ۽ "مزدا" جي معنىٰ "ڏاهو" يعني ڏاهو مالڪ. زرتشت مالڪِ حقيقيءَ بابت فرمائي ٿو:

> "تون ئي مالڪِ حقيقي آهين آءٌ اهو ڄاڻان ٿو. اي قادرِ مُطلق! تون ئي پهريون هئين، جڏهن زندگيءَ جنم ورتو. انسان جو هر خيال، ان جي قول ۽ فعل جو نتيجو آهي. جهڙيءَ ريت تنهنجي اَبدي قانون ۾ لکيل آهي تہ برائيءَ جو انجام برو آهي ۽ نيڪيءَ جو انجام سنو آهي. قيامت تائين تنهنجي حڪمت تحت اها ڳالهہ مقرر ٿي چڪي آهي".

ڏهن سالن جي لڳاتار ڪوشش کان پوءِ صرف سندس سؤٽ ان جي مٿان ايمان آندو. ان جو سبب هي هو تہ ايران ۾ ان وقت ماڻهو اهڙي معبود کي پسند ڪندا هئا، جن کي هو اکين سان ڏسي سگهن ۽ هٿن سان ڇُهي سگهن، پر زرتشت جنهن مالڪِ حقيقيءَ جي دعوت ڏني هئي، هو انهن صفتن کان مٿانهون هو.

جڏهن عوام سندس ڳالهين تي توجہ نہ ڏنو، تہ هو توحيد جو پيغام کڻي، بلخ جي بادشاهہ گشتاب سان ملڻ ويو ۽ لڳاتار ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين تائين بادشاهہ جي دربار ۾ شاهي عالمن سان سندس مناظرو ۽ بحث مباحثو جاري رهيو. زرتشت ”آهورا مزدا“ يعني ڏاهي مالڪِ حقيقيءَ بابت وحدانيت جي دعوت ڏني ۽ اخلاقي اصول سمجهايا، جنهن جي نتيجي ۾ بادشاهہ گشتاب، سندس زال، پٽ ۽ ٻن وزيرن مٿس ايمان آندو. ان کان پوءِ زرتشت مذهب تيزيءَ سان ايران ۽ ان جي چوطرف پکڙجڻ لڳو. زرتشت ايران جي بادشاهہ جي مدد سان پنهنجو مذهب توران (Toran) ۾ پکيڙڻ چاهيو. توران قديم دؤر ۾ وچ ايشيا (Central Asia) جي علائقن کي چئبو هو. جنهن جي نتيجي ۾ ٻنهي ملڪن وچ ۾ جنگ لڳي ۽ هڪ توراني سپاهيءَ زرتشت کي پٺيءَ ۾ خنجر هڻي شهيد ڪري ڇڏيو. نيٺ 77 سالن جي عمر ۾ هو 583 ق.م ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

## 7- زرتشت جي تعليم

- زرتشت جي تعليمات ۾ سڀ کان اڳ وحدانيت يعني هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڪرڻ آهي.
- زرتشت خيالن جي پاڪيزگيءَ تي زور ڏنو آهي، جيئن تہ انساني اعمال، خيالن جي تابع هوندا آهن. جيڪڏهن انسان جي خيالن ۾ پاڪيزگي اچي وئي تہ اعمال پاڻهي درست ٿيندا آهن.
- زرتشت سچ ڳالهائڻ، صفائي ۽ پاڪيزگيءَ کي تمام گهڻي اهميت ڏني آهي. هن مالي مدد تي بہ زور ڏنو آهي. سندس قول آهي تہ جيڪو شخص مالدار هجي، ان کي گهرجي تہ هو پنهنجي واڌو مال جي ذريعي ٻين جي مدد ڪري ۽ غير مذهب جي مستحق ماڻهن جي مدد بہ ڪري.
- زرتشت اهڙي شخص تي افسوس ڪندو آهي، جيڪو خيرات تہ ڏئي، پر خيرات ڏيڻ وقت سندس دل خوش نہ هجي.
- زرتشت محنت ۽ ڪوشش کي وڏي اهم نگاهہ سان ڏسندو آهي. هن پاڻ آخري عمر تائين پوکي راهيءَ جي ڪمن ۾ دلچسپي ورتي ۽ پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان لاءِ روزگار ڪمايائين.

- زرتشت رهبانيت جي خلاف هو، انهيءَ ڪري هن دنياوي ذميدارين کي پورو ڪرڻ ۽ شاديءَ کي ضروري قرار ڏنو، تہ جيئن ان جا پوئلڳ دنيا جي ڪمن ڪارين سان گڏوگڏ مذهب تي بہ عمل ڪن.

## سبق جو خلاصو

- زرتشت پنهنجي زماني ۾ رائج مظاهرِ فطرت کي مڃڻ جو انڪار ڪندي، حق جي تلاش ۾ رهيو ۽ پنهنجي قوم کي مالڪِ حقيقيءَ کان آگاهہ ڪيائين ۽ انهن کي هڪ مالڪِ حقيقيءَ کي مڃڻ ۽ نيڪيءَ ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏني.
- زرتشت عرفاني علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن گهروارن ۽ ويجهن ماڻهن کي دعوت ڏني، پر سيئي سندس مخالف ٿي ويا. پوءِ هو بلخ جي بادشاهہ سان مليو ۽ کيس مالڪِ حقيقيءَ جي سڃاڻپ ڪرايائين. زرتشت جي زندگيءَ جو مقصد ماڻهن کي نيڪي ۽ هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي سڃاڻپ ڪرائڻ هو، جنهن جي ڪري سندس موت واقع ٿيو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### -1 هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) زرتشت ڪٿي پيدا ٿيو؟
(2) زرتشت جي والدين جو تعلق ڪهڙي خاندان سان هو؟
(3) زرتشت ننڍپڻ ۾ ڪهڙي استاد کان تعليم حاصل ڪئي؟
(4) زرتشت جي ڪتاب بابت لکو.
(5) ڪهڙي عمر ۾ زرتشت کي مالڪِ حقيقيءَ جي معرفت حاصل ٿي؟
(6) زرتشت جي وفات ڪيئن ٿي؟
(7) موت جي وقت زرتشت جي عمر ڪيتري هئي؟

### -2 هيٺئين سوال جو تفصيلي جواب لکو:

- زرتشت جي حالاتِ زندگيءَ بابت نوٽ لکو.

3- زرتشت جي تعليمات تي مشتمل گروهن ۾ چارٽ ناهيو ۽ ان کي مثالن جي ذريعي ڪلاس ۾ پيش ڪريو.

4- ڳالهه ٻولهه جا نُڪتا:

هيٺين نُڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڪريو:

- انسان پنهنجي قول ۽ فعل جو نتيجو ڏسندو آهي.
- افسوس آهي اهڙي شخص تي، جيڪو خيرات ته ڏئي، پر سندس دل خوش نه هجي.

5- هن سبق مان پنهنجا وٽندڙ ٻه اهڙا نُڪتا لکو، جن مان اوهان مُتاثّر ٿيا هجو:

(1) ______________________

(2) ______________________

## اُستادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي زرتشت جي حالاتِ زندگيءَ تي هڪ نمائش منعقد ڪن، جنهن ۾ زرتشت مذهب جا اهم نُڪتا، عقيدا ۽ اخلاقي تعليمات پيش ڪن.

| نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ | | | |
|---|---|---|---|
| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| حَذف ڪرڻ | ڪٽي ڇڏڻ | گوشه نشيني | اڪيلو ٿي ويهڻ |
| نصب العين | مقصد | قادرِ مُطلق | پوري طاقت وارو |
| ڌنڌو | پيشو، ڪاروبار | اَبدي | هميشه واري |
| سرچشمو | هنڌ، بنياد | تابع | پوئلڳ، فرمانبردار |

# 3-   مُقدّس توما رسول

## (St. Thomas, The Apostle)

### 1-  حالاتِ زندگي

مقدس توما جي شروعاتي زندگي، پيدائش، خاندان ۽ تعليم بابت تاريخ خاموش آهي، پر ان بابت چند اهم حقيتون هيٺ بيان ڪجن ٿيون:

### 2-  حضرت يسوع مسيح جي شاگردي

مقدس توما ڪي جڏهن حضرت يسوع مسيح پنهنجي حوارين جي جماعت ۾ شامل ڪيو ته ان وقت هو يهودي هو. حضرت يسوع مسيح جي شاگردي قبول ڪرڻ کان پوءِ هن دل ۽ جان سان پنهنجي مرشد جي پيروي ڪئي. هڪ رات جڏهن هو عبادت ۾ مشغول  هو، تڏهن حضرت يسوع مسيح پنهنجي ٻارهن شاگرد کي گهرايو ۽ کين حڪم ڏنو ته هو يهوديه هليا وڃن، ڇاڪاڻ ته ان وقت گهڻا ماڻهو حضرت يسوع مسيح جي خلاف ٿي پيا هئا ۽ ماڻهن جو حضرت يسوع مسيح ۽ سندن شاگردن تي ظلم انتها تائين پهچي چڪو هو. تڏهن يسوع مسيح جو فرمان ٻڌندي، هن پنهنجن ٻارهن ساٿين کي يسوع مسيح جي حڪم مڃڻ ۾ همٿايو ۽ پوءِ اهي يهوديه هليا ويا.

### 3-  مُقدّس توما جو ڪردار

ڪردار ۽ شخصيت جي حوالي سان مُقدّس توما نهايت سنجيده ۽ خاموش طبيعت جو مالڪ هو، ڪافي سوچ ويچار ڪرڻ ۽ حقيقتن جي جاکوڙ ۾ هر وقت تيار رهندو هو. مُقدس توما حضرت يسوع مسيح جي ٻيهر زنده ٿيڻ جي شاهديءَ جي حوالي سان پڻ سڄاتو ويندو آهي.

هڪ ڀيري حضرت يسوع مسيح مُردن مان زنده ٿيڻ کان پوءِ جڏهن

پھريون پيرو شاگردن تي ظاهر ٿيو تہ ھيءُ اتي موجود نہ ھو، انھيءَ ڪري ھن ان واقعي ڪي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ ”جيستائين آءٌ پاڻ تصديق جي طور تي حضرت يسوع مسيح کي نہ ڏسان، يقين نہ ڪندس“.

## 4- حضرت يسوع مسيح جو ديدار

ان کان پوءِ ھن حضرت يسوع مسيح جي ھٿن، پيرن ۽ پاسريءَ جي زخمن کي ڏسي، ڪيس سجدو ڪيو ۽ ”اي منھنجا خداوند... اي منھنجا خدا“ چئي نہ صرف پاڻ مٿس ايمان جو اقرار ڪيو، پر ٻين کي بہ ان بابت دعوت ڏنائين. انھيءَ واقعي جي ڪري ئي ھن کي ”توماشڪي“ جي نالي سان سڏيو ويندو آھي.

## 5- مُقدّس توما جون خدمتون

پاڻ حضرت يسوع مسيح جي حڪم سان رسالت جي دعوت جي سلسلي ۾ ننڍي کنڊ آيا. روايت آھي تہ پاڻ ھندستان ۾ موجوده پاڪستان جي علائقن ٽيڪسيلا ۾ ٺٽي تائين تبليغ ڪرڻ لاءِ آيا ھئا. اھوئي سبب آھي جو کين ”رسولِ پاڪ و ھند“ جي نالي سان سڃاتو ويندو آھي. پاڻ جتي جتي ويا، اتي ڪليسائون ۽ گرجاگھر تعمير ڪرايائون. ننڍي کنڊ ۾ سندن خدمتن جي حوالي سان ھتان جا ماڻھو ان ڳالھ تي فخر ٿا ڪن تہ سندن جي ڪري کين حضرت يسوع مسيح بابت ڄاڻ حاصل ٿي آھي. پاڻ پنھنجي پوري زندگي معرفتِ مسيح ۽ ايمان جي تعليم ۾ مصروف رھيا ۽ ننڍي کنڊ ۾ حق جو پيغام پھچايائون.

## 6- وفات

کين جولاءِ 72ع ۾ مائيلاپور (مدراس) جي ھنڌ ان وقت نيزو ھڻي قتل ڪيو ويو، جڏھن پاڻ دعوت جي ڪم ۾ مصروف ھئا. کين ان ھنڌ دفن ڪيو ويو، جتي پوءِ ھڪ گرجاگھر تعمير ڪرايو ويو، جنھن کي ”مقدس توما ڪٿيڊرل (St. ThomaCathedaral) “ جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. پاپاءِ اعظم پولوش ڇھين کين ننڍي کنڊ جو مُربّي قرار ڏنو آھي.

## سبق جو خلاصو

- مقدس توما کي نندي کنڌ ۾ ”رسول“ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.
- پاڻ حضرت يسوع مسيح جي ٻيهر زنده ٿيڻ جو ايستائين اقرار نہ ڪيائين، جيستائين سندن پاڻ ديدار نہ ڪيائين. انهيءَ ڪري کين ”توماشڪي“ بہ چئجي ٿو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### 1- هيٺين سوالن جا مختصر جواب لکو:

(1) حضرت يسوع مسيح جو شاگرد ڪنهن کي چئبو آهي؟

(2) مُقدّس توما کي ”رسول“ جو لقب ڪنهن ڏنو؟

(3) مُقدس توما جي وفات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟

(4) جتي مُقدس توما جي وفات ٿي، اتي ڪهڙي نالي سان گرجاگهر آهي؟

### 2- هيٺئين سوال جو تفصيلي جواب لکو:

- مقدس توما رسول بابت تفصيلي نوٽ لکو.

### 3- مقدس توما رسول بابت پڙهڻ کان پوءِ سندس شخصيت بابت پنهنجا ويچار ونڊيو.

